خَيْرُكُمْ مَّنْ تَعَلَّمَ الْقُرْآنَ وَعَلَّمَهٗ (الحديث)

(توهان مان بهترين اهو شخص آهي، جيڪو پاڻ قرآن مجيد سکي ۽ ٻين کي بہ سيکاري)

# اسلاميات

## ڇهين ڪلاس لاءِ

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄام شورو

تيار ڪندڙ: سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ڄامشورو
منظور ٿيل: صوبائي محڪمه تعليم و خواندگي ، حڪومت سنڌ
بمراسله نمبر ايس او (جي. آءِ)اِي. ائنڊ ايل/ ڪريڪيولم 2014
گورنمنٽ آف سنڌ، اِي ائنڊ ايل ڊپارٽمينٽ تاريخ 2015-13-03
سنڌ صوبي جي اسڪولن لاءِ اسلاميات جو واحد درسي ڪتاب

صوبائي ڪميٽي براءِ جائزه ڪتب بيورو آف ڪريڪيولم ۽ توسيع تعليم ونگ
سنڌ ڄامشورو جو تصحيح ٿيل

نگرانِ اعلىٰ: آغا سهيل احمد (چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ)
نگران: عبد الباقي ادريس السندي
مُصنّفين: پروفيسر مصوّر خان — پروفيسر ڊاڪٽر خليل احمد ڪورائي
سنڌيڪار: ڊاڪٽر محمد انس راڄپر
ايڊيٽر: ڊاڪٽر پروفيسر خليل احمد ڪورائي

صوبائي جائزه ڪميٽي

☆ پروفيسر ڊاڪٽر ثناءُ الله ڀٽو ☆ پروفيسر ڊاڪٽر خليل احمد ڪورائي
☆ پروفيسر محمد ابراهيم ٻرڙو ☆ پروفيسر عطاء محمد ڏيٿو
☆ عبدالحڪيم پناڻ

پروف ريڊنگ: گل نواز ڏيٿو
ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ ڊزائننگ: ☆ اسدالله ڀٽو ☆ نور محمد سميجو

# فهرست

باب پهريون

# القرآن الڪريم

اسلام هڪ عالمگير ۽ دائمي دين آهي. ان جو بنياد قرآن مجيد ۽ سُنّت نبوي تي آهي. قرآن مجيد الله تعاليٰ جو اهو آخري ڪتاب آهي، جيڪو الله تعاليٰ حضرت جبريل امين عَلَيْهِ السَّلَامُ جي ذريعي خاتم النّبيين حضرت محمد ﷺ تي نازل فرمايو. قرآن مجيد پوري انسانيت جي ڪاميابيءَ لاءِ هدايت ۽ مڪمل ضابطهٔ حيات آهي. يعني زندگيءَ جي سمورن شعبن سان تعلق رکندڙ مسئلن جو حل ۽ رهنمائي قرآن مجيد ۾ موجود آهي. قرآن مجيد رُشد و هدايت جو سبب ۽ دين اسلام جو بنياد آهي.

هن باب جو مقصد هي آهي ته تجويز ڪيل نصاب ۾ قرآن مجيد جو جيڪو حصو مقرر ڪيو ويو آهي، شاگرد ۽ شاگردياڻيون اهو چڱيءَ طرح ناظره درست اُچار ۽ اعراب، قرائت ۽ تجويد، خوش الحاني ۽ روانيءَ سان پڙهي سگهن. اهڙيءَ طرح ننڍيون ننڍيون سورتون جيڪي نصاب ۾ شامل آهن، انهن کي به درست اُچار ۽ اعراب، قرائت ۽ تجويد ۽ خوش الحانيءَ سان زباني ياد ڪري سگهن ، لفظي ۽ بامحاوره ترجمي سان ياد ڪرڻ کان پوءِ مختلف وقتن ۾ الله تعاليٰ کان انهن لفظن سان دعا پڻ گهري سگهن.

## (الف) ناظره قرآن مجيد: ٧ کان ١٢ (ڇهه پارا)

وَ اِذَا سَمِعُوْا - وَ لَوْ اَنَّنَا - قَالَ الْمَلَاُ - وَ اعْلَمُوْا - يَعْتَذِرُوْنَ - وَمَا مِنْ دَآبَّةٍ

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق بڻجندا ته اهي:

- قرآن مجيد کي درست اُچار ۽ اعراب، قرائت ۽ تجويد ۽ خوش الحانيءَ سان ناظره ۽ رواني ءَ سان پڙهي ٻڌائي سگهندا.
- قرآن مجيد جي نصاب ۾ ڏنل ننڍين ننڍين سورتن کي درست اُچار ۽ اعراب، قرائت ۽ تجويد ۽ خوش الحانيءَ سان پڙهي ٻڌائي سگهندا.
- قرآني آيتون، جيکي دعائيه ڪلمن تي مشتمل آهن، انهن کي درست اُچار ۽ اعراب، قرائت ۽ تجويد ۽ خوش الحانيءَ سان زباني ياد ڪري پڙهي سگهندا ۽ لفظي ۽ بامحاوره ترجمو پڙهي ٻڌائي سگهندا ۽ الله تعاليٰ کان پنهنجون مرادون حاصل ڪري سگهندا.
- قرآن مجيد جي ترجمي کان آگاهه ٿيڻ کان پوءِ هو پنهنجي عملي زندگين سان تعلق جوڙي سگهندا.

استادن لاءِ هدايتون
- هن حصي مان سال دوران امتحان ورتو ويجي. سالانه امتحان جي موقعي تي زباني امتحان ورتو ويجي.
- هن حصي جون ڪل چاليهه سيڪڙو (٤٠ %) مارڪون مقرر ڪيون ويون آهن.
- هن حصي ۾ حاصل ڪيل نمبرن کي رزلٽ شيٽ ۾ الڳ لکيو ويجي.
- اسلاميات جي مضمون ۾ ڪاميابيءَ لاءِ هن حصي ۾ ڪاميابي ضروري قرار ڏني وئي آهي.
- استادن کي گهرجي ته هو شاگردن ۽ شاگردياڻين کي ناظره، حفظ ۽ ترجمي مان قرآن مجيد صحيح اُچار سان پڙهائين.

## (ب) حفظ قرآن مجید: سُوْرَةُ الْاِنْشِرَاح ۔ سُوْرَةُ التِّيْنِ ۔ سُوْرَةُ الْقَدْرِ

اَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَلَمْ نَشْرَحْ لَكَ صَدْرَكَ ۙ﴿۱﴾ وَ وَضَعْنَا عَنْكَ وِزْرَكَ ۙ﴿۲﴾ الَّذِيْٓ اَنْقَضَ ظَهْرَكَ ۙ﴿۳﴾ وَ رَفَعْنَا لَكَ ذِكْرَكَ ؕ﴿۴﴾ فَاِنَّ مَعَ الْعُسْرِ يُسْرًا ۙ﴿۵﴾ اِنَّ مَعَ الْعُسْرِ يُسْرًا ؕ﴿۶﴾ فَاِذَا فَرَغْتَ فَانْصَبْ ۙ﴿۷﴾ وَ اِلٰى رَبِّكَ فَارْغَبْ ﴿۸﴾

اَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

وَ التِّيْنِ وَ الزَّيْتُوْنِ ۙ﴿۱﴾ وَ طُوْرِ سِيْنِيْنَ ۙ﴿۲﴾ وَ هٰذَا الْبَلَدِ الْاَمِيْنِ ۙ﴿۳﴾ لَقَدْ خَلَقْنَا الْاِنْسَانَ فِيْٓ اَحْسَنِ تَقْوِيْمٍ ﴿۴﴾ ثُمَّ رَدَدْنٰهُ اَسْفَلَ سٰفِلِيْنَ ۙ﴿۵﴾ اِلَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَ عَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ فَلَهُمْ اَجْرٌ غَيْرُ مَمْنُوْنٍ ؕ﴿۶﴾ فَمَا يُكَذِّبُكَ بَعْدُ بِالدِّيْنِ ؕ﴿۷﴾ اَلَيْسَ اللّٰهُ بِاَحْكَمِ الْحٰكِمِيْنَ ﴿۸﴾

اَعُوۡذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيۡطٰنِ الرَّجِيۡمِ

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اِنَّاۤ اَنۡزَلۡنٰهُ فِىۡ لَيۡلَةِ الۡقَدۡرِ ۖۚ ﴿۱﴾ وَمَاۤ اَدۡرٰىكَ مَا لَيۡلَةُ الۡقَدۡرِ ؕ ﴿۲﴾ لَيۡلَةُ الۡقَدۡرِ ۙ خَيۡرٌ مِّنۡ اَلۡفِ شَهۡرٍ ؕؔ ﴿۳﴾ تَنَزَّلُ الۡمَلٰٓـئِكَةُ وَالرُّوۡحُ فِيۡهَا بِاِذۡنِ رَبِّهِمۡ ۚ مِنۡ كُلِّ اَمۡرٍ ۛۙ ﴿۴﴾ سَلٰمٌ ۛ قف هِىَ حَتّٰى مَطۡلَعِ الۡفَجۡرِ ﴿۵﴾

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي گهرجي تہ اهي ناظره قرآن مجيد ۽ سبق ۾ ڏنل سورتون ياد ڪري واري واري سان پنهنجن ساٿين کي ٻڌائين. ان دوران استاد انهن جي نگراني ۽ رهنمائي باقاعدگيءَ سان ڪندو رهي ۽ آخر ۾ پاڻ انهن کان ياد ڪيل آيتون ٻڌي

استادن لاءِ هدايتون

- استاد صاحب شاگردن ۽ شاگردياڻين کي مٿيون سورتون صحيح اُچار ۽ اعراب سان ياد ڪرائين.

## (ج) حفظ ۽ ترجمو

① رَبَّنَآ اَفۡرِغۡ عَلَيۡنَا صَبۡرًا وَّ ثَبِّتۡ اَقۡدَامَنَا وَ انۡصُرۡنَا عَلَى الۡقَوۡمِ الۡكٰفِرِيۡنَ ﴿۲۵۰﴾ (سورة البقره: آيت ۲۵۰)

ترجمو: اي اسان جا پالڻهار اسان تي صبر پَلٽ ۽ اسان جان پيرثابت رک ۽ ڪافر ٽوليءَ تي اسان کي سوڀ ڏي.

② رَبَّنَا ظَلَمۡنَآ اَنۡفُسَنَا ٜ وَ اِنۡ لَّمۡ تَغۡفِرۡ لَنَا وَ تَرۡحَمۡنَا لَنَكُوۡنَنَّ مِنَ الۡخٰسِرِيۡنَ ﴿۲۳﴾ (سورة الاعراف: آيت ۲۳)

ترجمو: اي اسان جا پالڻهار! اسان پاڻ تي ظلم ڪيو آهي ۽ جيڪڏهن تون اسان کي نه بخشيندين ۽ اسان تي ياجهه نه ڪندين ته ضرور خساري وارن مان ٿينداسون.

③ رَبَّنَا اغۡفِرۡ لَنَا وَ لِاِخۡوَانِنَا الَّذِيۡنَ سَبَقُوۡنَا بِالۡاِيۡمَانِ وَ لَا تَجۡعَلۡ فِيۡ قُلُوۡبِنَا غِلًّا لِّلَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا رَبَّنَآ اِنَّكَ رَءُوۡفٌ رَّحِيۡمٌ ﴿۱۰﴾ (سورة الحشر: آيت ۱۰)

ترجمو: اي اسان جا پالڻهار! اسان کي بخش ۽ اسان جي ڀائرن کي به جن ايمان آڻڻ ۾ اسان کان اڳرائي ڪئي ۽ مؤمنن لاءِ اسان جي دلين ۾ ڪا کوٽ نه وجهه. اي اسان جا پالڻهار! بيشڪ تون ڏاڍو شفقت ڪندڙ مهربان آهين.

**شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي**

- شاگرد ۽ شاگردياڻيون ڄاڻايل دعائون ترجمي سان خوشخط لکي، مٿانهين هنڌ تي لڳائين ۽ ياد ڪري هڪ ٻئي کي ٻڌائين.

**استادن لاءِ هدايتون**

- استاد صاحب سبق ۾ ڏنل دعائن کي حفظ ۽ ترجمو ڪرائڻ کان پوءِ شاگردن ۽ شاگردياڻين کي انهن دعائن جي مختصر تشريح پڻ سمجهائين ۽ عملي طور تي دعا گهرڻ جي مشق ڪرائين.

# ايمانيات ۽ عبادتون

**ايمانيات** ”ايمان“ مان ورتل آهي. ايمان جي لغوي معنىٰ آهي دل سان تصديق ڪرڻ ۽ مڃڻ. ايمانيات مان مراد اسلام جا اهي بنيادي عقيدا آهن، جن جي دل سان تصديق ايمان لاءِ ضروري آهي ۽ انهن عقيدن جي تصديق ڪرڻ کان سواءِ ماڻهو ايمان وارو نٿو بڻجي سگهي. انهن مان ڪجهه هيٺينءَ ريت آهن:

(۱) اللّٰہ تعالىٰ کي هڪ مڃڻ
(۲) ان جي ملائڪن تي ايمان آڻڻ
(۳) ان جي ڪتابن تي ايمان آڻڻ
(۴) ان جي رسولن تي ايمان آڻڻ
(۵) قيامت جي ڏينهن تي ايمان آڻڻ
(۶) خير ۽ شر واري تقدير تي ايمان آڻڻ
(۷) مرڻ کان پوءِ ٻيهر جيئرو ٿي اُٿڻ تي ايمان آڻڻ

”ايمانيات“ کي ”عقائد“ به چئبو آهي. عقائد ”عقيده“ مان نڪتل آهي، جنهن جي معنىٰ آهي پڪي ڳنڍ ٻڌڻ. عقيدي مان مراد اهڙو پڪو ويساهه آهي، جيڪو ماڻهوءَ جي دل ۽ دماغ تي ڇانيل هجي. جنهن جي نتيجي ۾ ان کان اعمال ظاهر ٿيڻ شروع ٿين.

**عبادات** ”عبادت“ جو جمع آهي. عبادت جي لغوي معنىٰ آهي ”ٻانهپ“. عبادت مان ”عبد“ جو لفظ ورتو ويو آهي، جنهن جي معنىٰ آهي ”ٻانهو“ يا ”غلام“. عبادت مان مراد آهي ته مالڪ جي حڪم تي دل ۽ جان سان عمل ڪرڻ. آقا جو حڪم مڃيندي، هر ڪم سندس راضپي لاءِ ڪرڻ. شريعت جي ٻُڌايل اصولن مطابق ٻانهو

پنهنجي عاجزي ۽ خلوص جو اظهار ڪري ۽ ان تي عمل ڪري.

عقيدو، توحيد جو نتيجو آهي. جڏهن توحيد جو عقيدو دل ۽ دماغ ۾ پڪو ٿيندو آهي ته فوري طور تي ان جو اثر عمل ۽ عبادت جي شڪل ۾ ظاهر ٿيندو آهي. جڏهن ٻانهو الله تعالىٰ تي ايمان آڻي ٿو ته الله تعالىٰ جي ذات کي وحدهٗ لا شريڪ لهٗ سمجهندي، اڪيلو ۽ بي مثل مڃي ٿو ۽ ان جي مالڪ ۽ قادر هئڻ تي يقين رکي ٿو ته ٻانهي ڪان پاڻهي عبادتن جي شڪل ۾ نيڪ عملَ ظاهر ٿين ٿا. ڪوبہ عمل پنهنجي آقا جي راضپي خلاف ظاهر نٿو ٿئي.

شاگردن ۽ شاگردياڻين کي هن باب ۾ مقرر ڪيل ايمانيات جي مضمونن مثلاً: الله تعالىٰ تي ايمان آڻڻ، اذان، نماز، جنازي جي نماز ۽ حج جا مقصد هي آهن تہ اُهي انهن مضمونن کي پڙهي، ايمان ۽ عبادتن جي حقيقتن کي صحيح طور تي سمجهن ۽ انهن تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ۽ ٻين کي بہ ان جي تبليغ ڪن تہ جيئن اهي دنيا ۽ آخرت ۾ ڪاميابي ماڻي سگهن.

(سوره رعد: آيت ٢٨)

ياد رکو! الله جي ياد سان دلين کي سڪون ملي ٿو.

(الف)

# ايمانيات

## الله تعاليٰ تي ايمان

### توحيد: معنيٰ ۽ مفهوم

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- اسلام جي بنيادي عقيدن مان پهرئين عقيدي يعني ”توحيد جي عقيدي“ جي مفهوم کان آگاهه ٿي بيان ڪري سگهندا.
- الله تعاليٰ جي صفتن بابت آگاهه ٿي پنهنجن لفظن ۾ بيان ڪري سگهندا.
- توحيد جي معنيٰ ۽ مفهوم کي ڄاڻي ٻين جي سامهون دليلن سان بيان ڪري سگهندا.
- اسلام ۾ توحيد جي عقيدي جي سڀ کان وڏي اهميت بيان ڪئي وئي آهي، ان کان آگاهه ٿي، وضاحت ڪري سگهندا.
- توحيد جي عقيدي جي گهرجن تي عمل ڪري، ٻنهي جهانن ۾ ڪاميابي ماڻي سگهندا.
- توحيد جي نتيجن کان فائدو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري سگهندا.

اسلام جا جيڪي بنيادي عقيدا آهن، انهن مان سڀ کان پهريون عقيدو الله تعاليٰ جي ذات تي ايمان آڻڻ آهي. يعني هن ڳالهه کي يقيني طور تي دل ۽ ذهن ۾ رکڻ ته الله تعاليٰ جي ذات هميشه کان موجود آهي ۽ هميشه رهندي. نه هن جي ابتدا آهي، نه انتهاء. هو ڪائنات جو خالق آهي. هن اڪيلي ئي هيءَ ڪائنات جوڙي آهي. انهيءَ ڪري هو پنهنجي ذات ۽ صفتن ۾ واحد ۽ يڪتا آهي. ٻيو ڪوبه عبادت جي لائق ناهي.

**توحيد جي معنيٰ ۽ مفهوم:** توحيد جي لفظي معنيٰ آهي هڪ مڃڻ، هڪ سمجهڻ، اڪيلو ڄاڻڻ. ڪائنات جي خالق يعني پيدا ڪندڙ کي سندس ذات ۽ مڙني صفتن ۾ اڪيلو مڃڻ ۽ ان کي ئي

عبادت جي لائق سمجهڻ عقيدهٔ توحيد آهي. اسلام ۾ جنهن عقيدي جي سڀ کان وڌيڪ اهميت بيان ڪئي وئي آهي ۽ جنهن تي سڀ کان وڌيڪ زور ڏنو ويو آهي، اهو ”عقيدهٔ توحيد“ آهي.

اسين سڀ ڄاڻون ٿا ته الله تعاليٰ هن دنيا ۾ پنهنجي مخلوق جي هدايت لاءِ جيترا به نبي ۽ رسول عليهم السلام موڪليا، انهن سڀني جي تبليغ جو بنيادي مقصد توحيد جي عقيدي جي تعليم ڏيڻ آهي. آخري آسماني ڪتاب قرآن پاڪ ۾ گهڻن هنڌن تي هن عقيدي کي بيان ڪيو ويو آهي. ان جي خاص وضاحت قرآن پاڪ جي سورة الاخلاص ۾ تفصيل سان بيان ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ توحيد بابت بنيادي ڳالهيون بيان ڪيون ويون آهن. الله تعاليٰ ارشاد فرمايو آهي ته:

”چئو ته الله اڪيلو آهي . الله بي احتياج آهي . نڪي ڄڻيائين ۽ نڪي ڄڻيو ويو ۽ سندس برابر ڪوبه ڪونهي“.

توحيد جا به قسم آهن: 1: توحيد ذاتي 2: توحيد صفاتي

## توحيد ذاتي جا دليل:

- جيڪڏهن هن ڪائنات جي تخليق جو جائزو وٺنداسين ته اسان کي اندازو ٿيندو ته سج، چنڊ، تارا پنهنجي مدار ۾ مقرر وقتن ۾ گردش ڪري رهيا آهن.
- ڏينهن جو اڀرڻ ۽ رات جو ظاهر ٿيڻ، موسمن جي تبديلي، مينهن جو وسڻ اهي سڀئي شيون هڪ منظم طريقه ڪار ۽ باقاعدگيءَ سان واقع ٿينديون آهن، جنهن مان اندازو ٿئي ٿو ته هن ڪائنات جو نظام هلائيندڙ صرف ۽ صرف هڪ ذات آهي.
- جڏهن ڪابه ننڍي شيءِ مثال طور سُئي وغيره هن دنيا ۾ بنا ٺاهيندڙ يا بنا ڪنهن ڪاريگر جي موجود نٿي ٿي سگهي، ته هيءَ پوري ڪائنات ڪنهن ڪاريگر ۽ جوڙيندڙ کان بنا ڪيئن موجود ٿي سگهندي. اها ذات الله تعاليٰ کان سواءِ نٿي ٿي سگهي.
- جيڪڏهن الله تعاليٰ کان سواءِ ڪو ٻيو خدا هجي ها ته سموري ڪائنات چڙو چڙ ٿي وڃي ها ۽ هن ڪائنات جو نظام درهم برهم ٿئي ها. هڪ معبود چوي ها ته سج اوڀر کان اڀرندو ته ٻيو چوي ها ته نه، سج اولهه کان نڪرندو. اهڙيءَ طرح هن نظام ۾ خرابي پيدا ٿئي ٿا ۽ دنيا ۾ فساد پکڙجي وڃي ها. جيئن الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ ارشاد فرمايو آهي:

لَوۡ كَانَ فِيۡهِمَاۤ اٰلِهَةٌ اِلَّا اللّٰهُ لَفَسَدَتَا (سورة الانبياء: آيت ٢٢)

ترجمو: ”جيڪڏهن آسمان ۽ زمين ۾ الله کان سواءِ (گهڻا) معبودَ هجن ها ته ٻئي (زمين ۽ آسمان) اُجڙي پون ها“.

## توحيد صفاتي جا دليل:

- جهڙيءَ طرح الله تعاليٰ جي ذات وحدهٗ لا شريڪ لهٗ يعني اڪيلي آهي، بالڪل اهڙيءَ طرح ان جي صفتن ۾ به ان جو ڪو مَٽُ ۽ ان جهڙين خوبين جو ڪو ٻيو مالڪ نٿو ٿي سگهي. هو بي عيب ۽ هر نُقَصَ کان پاڪ آهي. قادرِ مُطلق آهي. عزّت، ذِلّت، موت ۽ زندگي صرف اهوئي ڏيندو آهي. هو هر شيءِ کان باخبر آهي. هو جيڪو چاهي ڪري سگهي ٿو. هو رزّ اق به آهي، رحيم به. ستّار ۽ غفّار به آهي. هو پنهنجن سڀني فيصلن ۾ خودمختار ۽ آزاد آهي. هن کي ڪنهن مددگار جي ضرورت ناهي. سندس ٻيون به گهڻيون ئي صفتون آهن.

## توحيد جون گُهرجون:

- صرف ۽ صرف الله تعاليٰ جي ذات کي ئي ٻئي جي شرڪت کان سواءِ سموري ڪائنات جو خالق ۽ مالڪ تسليم ڪيو وڃي. جيئن الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ ارشاد فرمايو آهي:

ترجمو: ” الله تعاليٰ اوهان جو پالڻهار آهي، اُن کان سواءِ ڪو عبادت جو لائق نه آهي، سڀ ڪنهن شيءِ کي پيدا ڪندڙ آهي تنهنڪري سندس عبادت ڪريو“. (سورة الانعام: آيت ١٠٢)

- الله تعاليٰ تي مڪمّل ڀروسو ڪرڻ
- سڀني مشڪلاتن ۽ مصيبتن ۾ انهيءَ کان ئي مدد گهرڻ
- صرف ۽ صرف ان کي سجدو ڪرڻ

اهوئي سبب آهي ته الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ هر هر هن عقيدي جي تعليم ڏني آهي. خاص طور تي قرآن مجيد جي مڪي سورتن ۽ آخري پنجن پارن ۾ عنوان جي تبديليءَ سان هن عقيدي تي زور ڏنو ويو آهي.

## توحيد جا نتيجا:

- توحيد اُخروي ڪاميابيءَ جو ذريعو آهي. توحيد کان سواءِ جنت ۾ وڃڻ ناممڪن آهي.
- توحيد سڀني نيڪين جو سرچشمو آهي. مُوَحِّد مؤمن کان جرئت، بهادري، صبر، استقامت ۽ تَـوَڪّل، الله تعاليٰ جو خوف ۽ ٻيون نيڪيون ڦُٽي نڪرنديون آهن.

- توحيد جي ذريعي انسان نِفاق کان بچي ويندو آهي. موحّد انسان منافق نٿو ٿي سگهي.
- توحيد هر مشڪل جي حل جو ذريعو آهي. مصيبت اچڻ وقت موحّد پنهنجا هٿ الله تعاليٰ آڏو ڊگهيڙيندو آهي ۽ ان کان ٿي دعا گهرندو آهي.
- توحيد جي ذريعي انسان صرف الله تعاليٰ جي سامهون سجدو ڪندو آهي. پٿر، تارن ۽ باهه وغيره جي آڏو ناهي جهڪندو. توحيد انسان کي ”اشرف المخلوقات“ (سڀني مخلوقات مان وڌيڪ شرف وارو هجڻ) جي مرتبي ڏانهن وٺي ويندي آهي.
- توحيد جي ذريعي ٻانهو الله تعاليٰ کي قادر مطلق سمجهي ٿو. هر شيءِ الله تعاليٰ کان گهرندو آهي. غيرالله کان ناهي گهرندو ۽ ان ۾ خودداري پيدا ٿيندي آهي.

- توحيد جي معنيٰ آهي هڪ مڃڻ ۽ اڪيلو ڄاڻڻ.
- توحيد جو مطلب آهي الله تعاليٰ جي ذات کي سڀني صفتن سان گڏ اڪيلو مڃڻ ۽ عبادت ۾ ان سان گڏ ڪنهن کي به شريڪ نه ڪرڻ.
- ايمان لاءِ توحيد هڪ اهم جزءِ آهي. ان کان سواءِ الله تعاليٰ تي ايمان مڪمل نٿو ٿي سگهي.
- پهريان جيترا به انبياء سڳورا عَلَيۡهِمُ السَّلَامُ گذريا آهن، انهن پنهنجي پنهنجي امتن کي توحيد جي عقيدي جي تعليم ڏني.
- اسان جي پياري رسول حضرت محمّد ﷺ به سڀني انسانن کي توحيد جي ڳالهه ٻُڌائي.
- قرآن مجيد ۾ هر هر توحيد جي عقيدي تي زور ڏنو ويو آهي. سورة الاخلاص ۾ توحيد جون بنيادي ڳالهيون بيان ڪيون ويون آهن.

**شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي**

شاگرد ۽ شاگردياڻيون پنهنجن پنهنجن لفظن ۾ توحيد جي معنيٰ ۽ مطلب وڌيڪ وضاحت ۽ دليلن سان ڪاپين تي لکي، پنهنجن استاد صاحبن کي ڏيکارين.

# مشق

## ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- الله تعاليٰ تي ايمان آڻڻ مان ڇا مراد آهي؟
٢- الله تعاليٰ جي وجود کي دليلن سان ثابت ڪريو تہ ڪا هستي آهي، جنهن هن ڪائنات کي پيدا ڪيو آهي.
٣- جيڪڏهن هڪ کان وڌيڪ معبود هجن ها تہ ڇا ٿئي ها؟
٤- توحيد جون اهم گهرجون ڪهڙيون آهن؟
٥- توحيد جا ڪي بہ ٻہ نتيجا بيان ڪريو.

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- عقيدن مان سڀ کان پهريون عقيدو آهي:

(الف) الله تعاليٰ جي ذات تي ايمان آڻڻ (ب) رسولن جي رسالت تي ايمان آڻڻ
(ج) قيامت جي ڏينهن تي ايمان آڻڻ (د) خيرءِ شرجي تقدير تي ايمان آڻڻ

٢- توحيد جي لفظي معنيٰ آهي:

(الف) شريڪ ڪرڻ (ب) هڪ مڃڻ
(ج) انڪار ڪرڻ (د) تصديق ڪرڻ

٣- توحيد کان سواءِ جنت ۾ وڃڻ:

(الف) سولو آهي (ب) ڏکيو آهي
(ج) ناممڪن آهي (د) ممڪن آهي

٤- قرآن مجيد جي جنهن سورة ۾ توحيد جون بنيادي ڳالهيون بيان ڪيون ويون آهن، اها آهي:

(الف) سورة الڪافرون (ب) سورة الاخلاص
(ج) سورة الفلق (د) سورة الناس

## ۳. خال ڀريو:

(۱) اسلام ۾ جنهن عقيدي جي سڀ کان وڌيڪ اهميت بيان ڪئي وئي آهي، اهو __________ آهي.

(۲) هن دنيا ۾ جيترا به نبي ۽ رسول عليهم السلام آيا، انهن سڀني جي تبليغ جو بنيادي مقصد عقيدهٔ توحيد جي _______ ڏيڻ آهي.

(۳) جيڪڏهن الله تعالىٰ کان سواءِ ڪو ٻيو خدا، شريڪ هجي ها ته سموري ڪائنات __________ ٿي وڃي ها.

(۴) توحيد اُخروي __________ جو ذريعو آهي.

(۵) توحيد جي ذريعي انسان __________ کان بچي ويندو آهي.

## ۴. ڪالم ۱ - جي لفظن کي ڪالم ۲ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم - ۱ | ڪالم - ۲ |
|---|---|
| ۱- الله تعالىٰ جي ذات | مقرر وقتن ۾ گردش ڪندا رهن ٿا. |
| ۲- هن ڪائنات جو نظام هلائيندڙ | فطري دين آهي. |
| ۳- سج، چنڊ، تارا پنهنجي مدار ۾ | توحيد جي عقيدي جي تعليم ڏيڻ هو. |
| ۴- اسلام هڪ | وحدهٔ لا شريڪ لهٗ آهي. |
| ۵- انبياء عليهم السلام جي تبليغ جو بنيادي مقصد | صرف ۽ صرف هڪ ذات آهي. |

### استادن لاءِ هدايتون

استاد صاحبَ توحيد جي عقيدي تي وڌيڪ روشني وجهندي، حضور ﷺ جن توحيد جي عقيدي جي ڦهلاءَ جي حوالي سان جيڪا محنت ڪئي ۽ تڪليفون برداشت ڪيون، اهي شاگردن ۽ شاگردياڻين اڳيان بيان ڪن.

# (ب) عبادات

## ١- اذان: فضيلت ۽ اهميت

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- اذان جي معنىٰ ۽ مفهوم کان آگاهه ٿي وضاحت ڪري سگهندا.
- اذان جي اهميت ۽ فضيلت کي سمجهي، بيان ڪري سگهندا.
- اذان جي سماجي اهميت کان آگاهه ٿي، ديني فائدا حاصل ڪري سگهندا.
- اذان جي فائدن ۽ نتيجن تي عمل ڪندي پنهنجي اندر نظم و ضبط ۽ وقت جي پابنديءَ جهڙيون صفتون پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا.

## اذان

**معنىٰ ۽ مفهوم:** ڏينهن رات پوري دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ مان عام طور تي ۽ مسلمان ملڪن مان خاص طور تي مسجد جي بلند مينارن مان "اَللّٰهُ اَكۡبَرُ اَللّٰهُ اَكۡبَرُ" جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو آهي، جنهن کي "اذان" چئبو آهي. اذان جي لغوي معنىٰ اعلان ڪرڻ يا سڏڻ آهي. اذان مان مراد اهي مخصوص لفظ ۽ ڪلما آهن، جن جي ذريعي ڏينهن ۽ رات ۾ پنج ڀيرا مسلمانن کي باجماعت "نماز" ادا ڪرڻ لاءِ سڏيو ويندو آهي.

اها اسلام جي ئي انفراديت آهي، جو نماز جي ادائگيءَ لاءِ اذان جي ذريعي سڏڻ ۽ گڏ ڪرڻ جو هڪ خوبصورت انداز ۽ جامع طريقو مقرر ڪيو ويو آهي. انسان پنهنجي نجي مصروفيات سبب ڪنهن وقت غافل ٿي ويندو آهي

تہ اذان جي ذريعي ڪيس احساس ڏياريو ويندو آهي تہ نماز باجماعت اداڪرڻ جو وقت ويجهو اچي چڪو آهي، انهيءَ ڪري نماز جي تياري ڪئي وڃي. اذان ۾ جيڪي لفظ شريعت مقرر ڪيا آهن، انهن ۾ سڀ کان پهريان الله تعاليٰ جي وڏائي بيان ڪبي آهي ۽ توحيد جي شاهدي ڏيڻ سان گڏوگڏ الله تعاليٰ جي آخري نبي حضرت محمد ﷺ جي رسالت جي شاهدي پڻ ڏني ويندي آهي. پوءِ نماز جو سڏ ٿيندو آهي. ان کان پوءِ نماز کي ڪاميابيءَ جو ذريعو ٻڌائيندي، نماز ۾ شريڪ ٿيڻ جي دعوت ڏني ويندي آهي. پوءِ الله تعاليٰ جي وڏائي بيان ڪئي ويندي آهي ان کان پوءِ ٻيهر توحيد جي شاهدي ڏئي، اذان ختم ڪئي ويندي آهي.

**اذان جي شروعات:** اسلام جي شروعات ۾ مڪي جي ڪافرن جي ظلم جي ڪري مسلمان ظاهر ظهور نماز ادا نہ ڪري سگهندا هئا. مديني جي هجرت کان پوءِ مسلمانن کي الله تعاليٰ جي طرفان مسجد ۾ باجماعت نماز پڙهڻ جو حڪم ٿيو.

مسلمان ڏسندا هئا تہ ٻين مذهبن جي ماڻهن ۾ سندن عبادتن جي وقتن ۾ انهن کي متوجه ڪرڻ لاءِ مختلف طريقا رائج هئا. مثال طور نصارن وٽ ناقوس (ٻہ ڪاٺيون هونديون هيون. جن مان هڪ ڪاٺيءَ کي ٻيءَ ڪاٺيءَ تي ڏڪ هڻڻ سان آواز پيدا ٿيندو هو) جي ذريعي ماڻهن کي گڏ ڪيو ويندو هو. يهودي بگل (سڱ وانگر هڪ هٿيار) وڄائيندا هئا. هاڻي ان ڳالهہ جي ضرورت محسوس ٿي تہ مسلمانن کي باجماعت نماز لاءِ سڏڻ ۽ متوجه ڪرڻ لاءِ ڪو طريقو اختيار ڪيو وڃي. حضور ﷺ جن صحابہ ڪرام رضي الله عنهم کان مشورو ڪيو تہ مختلف تجويزون سامهون آيون. ڪجهہ صحابه ڪرام رضي الله عنهم خاص طور تي حضرت عبدالله بن زيد رضي الله عنه کي خواب ۾ اذان جا ڪلما ۽ ترتيب سيکاري وئي. حضور ﷺ جن کي بہ وحيءَ ذريعي اذان جا ساڳيا ڪلما ٻڌايا ويا.

حضور ﷺ اسلام جي سڀ کان پهرئين مؤذن حضرت بلال رضي الله تعالىٰ عنه کي اذان ڏيڻ لاءِ مقرر فرمايو، ڇاڪاڻ تہ سندس آواز بلند هو ۽ پري پري تائين پهچندو هو. ان کان سواءِ پاڻ سڳورن ﷺ حضرت ابومَحذوره رضي الله تعالىٰ عنه کي اذان سيکاري هئي. جڏهن هن اذان جا ڪلما سکيا تہ رسول الله ﷺ جن کيس فرمايو: ”جڏهن فجر جي اذان چوين تہ ”حَيَّ عَلَى الْفَلَاحِ“ کان پوءِ ”اَلصَّلٰوةُ خَيْرٌ مِّنَ النَّوْمِ“ پڻ چوندو ڪر، جنهن جي معنيٰ آهي: ”نماز ننڊ کان بهتر آهي.“

**اذان ۽ مؤذن جي فضيلت:** جيڪو شخص اذان ڏيندو آهي، ان کي ”مُؤَذِّن“ چئبو آهي. حديثن مبارڪن ۾ اذان ۽ مُؤذن جي وڏي فضيلت بيان ڪئي وئي آهي. اذان ڏيندڙ واري کي بيشمار اجر ۽ ثواب جي خوشخبري ٻڌائي وئي آهي. اسلامي سماج ۾ مؤذن کي خاص مقام حاصل آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو مسلمانن کي نيڪي ۽

پلائيءَ ڏانهن متوجه ڪري ٿو ۽ جيترا به ماڻهو سندس آواز ٻُڌي مسجد ڏانهن ايندا آهن، اوترو ئي وڏيڪ ثواب سندس اعمالنامي ۾ لکيو ويندو آهي. حضور ﷺ جن جو فرمان مبارڪ آهي:

- جيڪڏهن ڪنهن شخص کي معلوم ٿئي ته اذان ڏيڻ ۽ پهرين صف ۾ نماز پڙهڻ جو ثواب ڪيترو آهي، ته هر شخص اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪري، ايستائين جو فيصلو ڪرڻ لاءِ ڪُٽو وجهڻو پوي.
- قيامت جي ڏينهن مؤذنن جا ڳاٽ اوچا هوندا.
- اذان ڏيڻ وقت شيطان اهڙي هنڌ ڀڄي ويندو آهي، جتي اذان جو آواز ٻُڌڻ ۾ نه اچي.
- جيستائين اذان جو آواز ٻڌڻ ۾ اچي، ايستائين رهندڙ جنّ ۽ انسان قيامت جي ڏينهن مؤذن جي لاءِ شاهدي ڏيندا.
- جنهن شخص ثواب جي نيت سان ستن سالن تائين اذان ڏني، ان لاءِ باهه کان ڇوٽڪارو لکيو ويندو آهي.

**اذان جي سماجي اهميت:** اسلام ۾ شرعي نقطهٔ نظر سان مؤذن تي اهم ذميداري لاڳو ٿئي ٿي. انهيءَ ڪري:

- نبي ڪريم ﷺ جن مؤذن جي لاءِ مغفرت جي دعا فرمائڻ سان گڏوگڏ کيس مسلمانن جو امين پڻ قرار ڏنو آهي.
- مسلمان جي زندگيءَ ۾ نظم ۽ ضبط آڻڻ ۽ وقتن جي پابنديءَ جو عادي بنائڻ ۾ اذان اهم ڪردار ادا ڪري ٿي. اذان مسلمانن جي نماز باجماعت جي تياريءَ لاءِ اهم ذريعو آهي.
- اذان ٻڌڻ کان پوءِ ماڻهن ۾ مسجد ڏانهن وڃڻ جو شوق پيدا ٿئي ٿو، ته جيئن هو باجماعت نماز پڙهي، جماعت جو ثواب حاصل ڪن ۽ جماعت ۾ شريڪ ٿي ماڻهن جي هڪ ٻئي سان ملاقات ٿي سگهي.
- اذان ٻڌڻ کان پوءِ مسلمان مسجد ڏانهن ويندا آهن، جنهن سان مسلمانن ۾ اتحاد ۽ اتفاق جو مظاهرو ٿيندو آهي. مسلمان عورتون گهرن جي اندر نماز جو اهتمام ڪنديون آهن. جڻ ته سماج جو هر فرد هڪ وقت ۾ نظم و ضبط سان عبادت ۾ مصروف ٿي ويندو آهي.
- مسلمان گهرن ۾ ٻار جي پيدائش وقت سندس ساڄي ڪن ۾ اذان ۽ کاٻي ڪن ۾ اقامت چئي ويندي آهي. ائين ٻار جي دنيا ۾ اچڻ کان پوءِ پهريون پيغام کيس اهوئي ٻڌايو ويندو آهي ته الله تعالىٰ جي ذات سڀ کان وڏي ۽ عظمت واري آهي.
- قدرتي مصيبتن مثال طور: سخت مينهن، سخت طوفان ۽ زلزلي جي دوران اذان ڏيڻ جي برڪت سان اهي مصيبتون ختم ٿي وينديون آهن. اهڙيءَ طرح باهه لڳڻ دوران پڻ اذان ڏيڻ سان مصيبت ختم ٿي ويندي آهي.
- جنّ ڀوت ۽ مرگهي جي بيماري ختم ڪرڻ لاءِ پڻ اذان ڏيڻ ۾ وڏو تاثير آهي.

## اذان جا ادبَ:

- اذان جي وقت خاموش رهڻ، توجه سان اذان ٻڌڻ ۽ اذان جي ڪلمن تي غور ۽ ويچار ڪرڻ.
- جڏهن مؤذن اذان جا ڪلما چوي ته ٻڌندڙ به اهڙائي ڪلما ورجائي. " حَيَّ عَلَى الصَّلٰوةِ " ۽ " حَيَّ عَلَى الفَلَاحِ " جي وقت ٻڌندڙ " لَا حَولَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ" چوي.

**اذان کان پوءِ مَأثُوره دعائون:** اذان کان پوءِ هيٺ ڏنل دعائون پڙهيون وڃن.

- اَللّٰهُمَّ رَبَّ هٰذِهِ الدَّعْوَةِ التَّآمَّةِ وَالصَّلٰوةِ الْقَآئِمَةِ اٰتِ مُحَمَّدَ نِ الْوَسِيْلَةَ وَالْفَضِيْلَةَ وَابْعَثْهُ مَقَامًا مَّحْمُوْدَ نِ الَّذِیْ وَعَدْتَّهٗ
- رَبَّنَآ آتِنَا فِی الدُّنْيَا حَسَنَةً وَّ فِی الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً وَّ قِنَا عَذَابَ النَّارِ
- ڪلمو شهادت
- درود شريف

- اذان جي لغوي معنىٰ آهي اعلان ڪرڻ ۽ سڏڻ.
- اذان مان مراد اهي خاص لفظ آهن، جن جي ذريعي مسلمانن کي ڏينهن رات ۾ پنج ڀيرا نماز باجماعت ادا ڪرڻ لاءِ سڏيو ويندو آهي.
- اذان ۾ جيڪي لفظ شريعت مقرر ڪيا آهن، انهن مان سڀ کان پهريائين الله تعالىٰ جي وڏائي ۽ توحيد جي شاهدي آهي. ان سان گڏوگڏ حضرت محمد ﷺ جي رسالت جي شاهدي آهي. پوءِ نماز لاءِ سڏ آهي ۽ ڪاميابيءَ لاءِ اچڻ جي دعوت آهي. آخر ۾ الله تعالىٰ جي عظمت ۽ توحيد جا لفظ آهن.
- اذان جي فضيلت ۾ حضرت محمد ﷺ جن ارشاد فرمايو آهي: "جيڪڏهن ڪنهن شخص کي معلوم ٿئي ته اذان ڏيڻ ۽ پهرين صف ۾ نماز پڙهڻ جو ثواب ڪيترو آهي، ته هر شخص اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪري، ايستائين جو فيصلو ڪرڻ لاءِ ڪُڻو وجهڻو پوي".

- نبي ڪريم ﷺ مؤذن جي لاءِ مغفرت جي دعا فرمائڻ سان گڏوگڏ کيس مسلمانن جو امين پڻ قرار ڏنو آهي.

شاگرد ۽ شاگردياڻيون اذان جا ڪلما ياد ڪري ڪلاس ۾ اُستاد صاحبن کي ٻڌائين.

# مشق

## ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- اذان جي لغوي معنىٰ ڪهڙي آهي؟
٢- اذان ڪهڙي شيءِ جي تياريءَ جو سبب آهي؟
٣- اذان جي ذريعي مسلمانن ۾ مسجد ڏانهن وڃڻ جو شوق ڇاڪاڻ پيدا ٿيندو آهي؟
٤- اسلام ۾ اذان جي فضيلت کي پنهنجن لفظن ۾ بيان ڪريو.
٥- ڪهڙي نماز جي اذان ۾ ”اَلصَّلٰوةُ خَيْرٌ مِّنَ النَّوْمِ“ جا واڌو لفظ پڙهيا ويندا آهن؟
٦- اذان جا ڪي ٻه ادبَ ٻڌايو.

## ٢. خال ڀَريو:

(١) اذان جي لغوي معنىٰ ”اعلان ڪرڻ“ يا ________ آهي.
(٢) ڏينهن ۽ رات ۾ ________ ڀيرا اذان ڏني ويندي آهي.
(٣) ”اَلصَّلٰوةُ خَيْرٌ مِّنَ النَّوْمِ“ جي معنىٰ آهي ”نماز ________ کان بهتر آهي.
(٤) ٻار جي پيدائش کان پوءِ سڀ کان پهريائين سندس ساڄي ڪن ۾ ________ چئبي آهي.
(٥) اسلام جو سڀ کان پهريون مؤذن ________ هو.

## ٣.  صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
| --- | --- | --- |
| ١- اسلام جو سڀ کان پهريون مؤذن حضرت ابومحذوره رضي الله تعالىٰ عنه هو. | | |
| ٢- ”حَیَّ عَلَی الفَلَاح“ کان پوءِ ”لَا حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ“ پڙهبو آهي. | | |
| ٣- اذان کان پوءِ دعا ”اَللّٰهُمَّ رَبَّ هٰذِهِ الدَّعْوَةِ“ پڙهبي آهي. | | |
| ٤- اذان جي شروعات مڪه مڪرّمه ۾ ٿي هئي. | | |
| ٥- مؤذن کي مسلمانن جو ”امين“ چيو ويو آهي. | | |

## ٤.  ڪالم ١- جي لفظن کي ڪالم ٢- جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
| --- | --- |
| ١- اذان جي لغوي معنىٰ آهي | وڏي فضيلت بيان ڪئي وئي آهي. |
| ٢- حضور ﷺ جن کي بہ وحيءَ ذريعي | الله تعالىٰ جي وڏائي بيان ڪئي وئي آهي. |
| ٣- حديثن مبارڪن ۾ اذان ۽ مؤذن جي | اعلان ڪرڻ ۽ سڏڻ. |
| ٤- اذان ۾ سڀ کان پهريان | ڳچيون بلند هونديون. |
| ٥- قيامت جي ڏينهن مؤذنن جون | اذان جا ساڳيا ڪلما ٻڌايا ويا. |

### استادن لاءِ هدايتون

- استاد صاحبن کي گهرجي تہ شاگردن ۽ شاگردياڻين کي اذان جا ڪلما ۽ انهن جو ترجمو ٻڌائين.
- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي اذان جي ادبن جو عملي مظاهرو ڪرائين.
- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي اذان کان پوءِ مَاْثُوره دعائون ياد ڪرائڻ جي ڪوشش ڪن.

# ٢- نماز

## اهميت، فضيلت ۽ فرضَ

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق ٿيندا تہ اُهي:

- نماز جي اهميت، فضيلت ۽ فرضن کان واقف ٿي ٻڌائي سگهندا.
- نماز جي مختلف احڪامن کان آگاهہ ٿي پنهنجون نمازون صحيح طور تي ادا ڪري الله تعاليٰ جو راضپو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا

مسجد نبوي - مدينه مُنوّره

**نماز جي اهميت ۽ فضيلت:** الله تعاليٰ انسانن ۽ جنن جي پيدائش جو مقصد عبادت ڪي ڄاڻايو آهي. عبادت مان مسلمانن تي جيڪي عبادتون فرض ڪيون ويون آهن، انهن ۾ سڀ کان وڌيڪ اهميت ”نماز“ کي ڏني وئي آهي. نماز هر عاقل ۽ بالغ مسلمان تي فرض ڪئي وئي آهي. نماز جي اهميت هن مان واضح ٿئي ٿي تہ:

- نماز ادا نہ ڪندڙ ڪفر ۽ شرڪ جي ويجهو پهچي ٿو. جيئن الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ ارشاد فرمايو آهي:

وَ اَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَلَا تَكُوْنُوْا مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ (سورة الروم: آيت ٣١)

”۽ نماز پڙهندا رهو ۽ مشرڪن مان نہ بڻجو“.

ٻيءَ جاءِ تي الله تعاليٰ جو ارشاد مبارڪ آهي:

اِنَّ الصَّلٰوةَ كَانَتْ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ كِتٰبًا مَّوْقُوْتًا ﴿١٠٣﴾ (سورة النساء: آيت ١٠٣)

”بيشڪ نماز مؤمنن تي ٺهرايل وقت ۾ فرض آهي“.

- نماز ڪي الله تعاليٰ جو قرب حاصل ڪرڻ جو اهم سبب چيو ويو آهي.
- نماز پڙهندڙ الله تعاليٰ سان مناجات ۽ عاجزيءَ جو اظهار ڪري ٿو ۽ سڌوسنئون پنهنجي رب سان هم ڪلام ٿئي ٿو.

نبي ڪريم ﷺ جن پڻ نماز جي اهميت تي تمام گهڻو زور ڏنو آهي. پاڻ سڳورن ﷺ جن جو فرمان مبارڪ آهي تہ:

- نماز دين جو ٿنڀ آهي.
- قيامت جي ڏينهن جنهن شيءِ بابت سڀ کان پهريائين پڇاڻو ٿيندو، اها نماز هوندي.
- جنهن شخص ٻن ٿڌن وقتن (صبح ۽ سومهڻي) واريون نمازون پڙهيون، اهو جنت ۾ داخل ٿيندو.

جيئن تہ فجر ۽ سومهڻي سمهڻ جا وقت آهن، انهن وقتن ۾ ماڻهن لاءِ نماز پڙهڻ ڏکيو آهي. انهيءَ ڪري پاڻ سڳورن ﷺ انهن ٻنهي وقتن جو ذڪر فرمايو آهي. جيڪو شخص انهن ٻنهي وقتن ۾ نماز جي پابندي ڪندو، ان کان ٻين وقتن جون نمازون ضايع نہ ٿينديون.

**نماز جا شرط:** نماز ادا ڪرڻ لاءِ ڪجهہ شرط آهن، جن جو پورو ڪرڻ نماز پڙهڻ کان اڳ تمام ضروري آهي. انهن شرطن کي پورو ڪرڻ کان بنا نماز درست ناهي ٿيندي. اهي شرط نماز جي اندر ناهن، پر نماز کان اڳ پورا ڪيا ويندا آهن، جيڪي هن ريت آهن:

- طهارت يعني پاڪائي. پاڪائيءَ مان مراد هي آهي تہ انسان جو پنهنجو بدن، لباس ۽ اها جاءِ جتي هو نماز پڙهي، پاڪ ۽ صاف هجن.

- **اوگهڙ جو ڍڪڻ:** شرعي حڪم مطابق مناسب لباس سان جسم جو ڍڪيل هجڻ.
- **وقت:** نماز کي ان جي وقت تي ادا ڪرڻ. وقت کان اڳ نماز صحيح نہ ٿيندي. جيڪڏهن وقت کان پوءِ ادا ڪئي ويندي تہ اها ’قضا‘ چئبي.
- **استقبال قبله:** پنهنجو منهن قبلي ڏانهن ڪرڻ.
- **نماز جي نيت:** نماز پڙهڻ کان اڳ نماز جي نيت ڪرڻ. يعني دل ۾ اهو ارادو ڪرڻ تہ فلاڻي وقت جي نماز پڙهي رهيو آهيان. فرض يا سنت يا نفل ادا ڪريان ٿو. جيڪڏهن دل ۾ اها سوچ نہ هوندي تہ نماز صحيح نہ ٿيندي.

**نما ز جا فرضَ:** نماز ادا ڪرڻ جا ڪجهہ فرض پڻ مقرر ڪيا ويا آهن، جن جو پورو ڪرڻ ضروري آهي. اهي فرض نماز جي اندر هوندا آهن. جيڪڏهن انهن مان هڪ بہ رهجي ويندو، توڙي ويسر سان يا ڄاڻي واڻي، تہ نماز نہ ٿيندي. انهن جو ڪل تعداد ست آهي، جيڪو هن ريت آهي:

(ا) تڪبير تحريمه: يعني الله اڪبر چئي نماز جي شروعات ڪرڻ. (٢) قيام ڪرڻ (٣) قرائت ڪرڻ (۴) رڪوع ڪرڻ (۵) سجدو ڪرڻ (٦) آخري جلسو يا قعدو ڪرڻ (۷) سلام سان نماز کي مڪمل ڪرڻ.

**نماز جا فائدا:** نماز مان ڪيترائي اخلاقي، تمدّني، سماجي، روحاني، جسماني، سياسي ۽ عسڪري فائدا حاصل ٿين ٿا.

- نماز روحاني ۽ جسماني سڪون حاصل ڪرڻ جو بهترين ذريعو آهي.
- مسلسل نماز پڙهڻ هڪ اهڙو عمل آهي، جنهن سان انسان ڪيترين ئي براين ۽ گناهن کان بچي پوي ٿو. جيئن الله تعالىٰ قرآن مجيد ۾ ارشاد فرمايو آهي:

اِنَّ الصَّلٰوۃَ تَنۡهٰی عَنِ الۡفَحۡشَآءِ وَ الۡمُنۡكَرِ (سورة العنڪبوت: آيت ۴۵)

”بيشڪ نماز بي حيائي ۽ برن ڪمن کان جهليندي آهي“.

- نماز پڙهندڙ وقت جو پابند هوندو آهي.
- نماز برابريءَ جو سبق ڏئي ٿي ۽ امير ۽ غريب جي وچ ۾ فرق کي ختم ڪري ٿي.
- نماز پاڻ ۾ محبت ۽ همدرديءَ جو جذبو اڀاري ٿي.

- نماز پڑهندڙ هميشہ صاف ۽ پاڪ رهڻ جو عادي هوندو آهي ۽ نماز جي سبب نمازي گهڻين ئي سٺين عادتن، جيئن: سچ ڳالهائڻ، گلا، چغلي، چوري ۽ ٻين برائين کان محفوظ رهي ٿو ۽ نيڪي ڪرڻ جو عادي بڻجي ٿو.
- سڀ کان وڏيڪ هي تہ نماز پاڻهي ۽ سندس ربّ جي وچ ۾ تعلق کي مضبوط بڻائي ٿي.

انهن فائدن کان سواءِ:

● نصب العين جي يادگيري ● فرض جي سڃاڻپ ● سيرت جي تعمير ● نفس تي ڪنٽرول ● وقت جي پابندي ● برابري ● ڀائيچارو ۽ محبت ● ترقي ۽ ڪاميابي ●امير جي اطاعت جي تربيت ●جماعت جو نظم ● صف بندي ● امام جي اطاعت وغيره جهڙا فائدا حاصل ٿين ٿا.

- نماز هڪ اهم عبادت آهي، جيڪا هر عاقل ۽ بالغ مسلمان تي فرض ڪئي وئي آهي.
- قرآن مجيد ۾ مختلف هنڌن تي نماز ادا ڪرڻ جو گهڻو تاڪيد ڪيو ويو آهي. هڪ جاءِ تي اللّٰه تعالىٰ جو ارشاد مبارڪ آهي: ”نماز پڙهندا رهو ۽ مشرڪن مان نہ بڻجو“. جنهن مان معلوم ٿيو تہ نماز نہ پڙهڻ جي صورت ۾ ماڻهو ڪفر ۽ شرڪ جي ويجهو پهچي ٿو.
- حديثن مبارڪن ۾ پڻ نماز جي وڏي اهميت بيان ڪئي وئي آهي. هڪ حديث مبارڪ ۾ آهي تہ ”نماز دين جو ٿنڀ آهي“.
- نماز هڪ اهڙي عبادت آهي، جنهن جي ذريعي نمازيءَ کي روحاني ۽ جسماني فائدا حاصل ٿين ٿا.
- نماز پڙهڻ سان ماڻهو بي حيائي ۽ برين ڳالهين کان بچي ٿو.
- نماز جا ڪجهہ شرطَ ۽ فرضَ آهن، جن کي پورو ڪرڻ کان سواءِ نماز نہ ٿيندي.

| شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي | شاگرد ۽ شاگردياڻيون نماز جا شرطَ ۽ فرضَ ياد ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي پنهنجي ڪاپين ۾ لکي استاد صاحبن کي ڏيکارين. |
|---|---|

# مشق

## ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- قرآن مجيد ۾ انسانن ۽ جنن جي پيدائش جو مقصد ڪهڙو ٻڌايو ويو آهي؟

٢- قرآن مجيد ڪهڙيءَ عبادت کي برائين کان بچڻ جو ذريعو ٻڌايو آهي؟

٣- ڪجهه سٺيون ڳالهيون ٻڌايو، جن جا اسين نماز پڙهڻ سبب عادي بڻجون ٿا.

٤- نماز بابت ڪا هڪ حديث ٻڌايو.

٥- نماز جا ڪيترا فرض آهن ۽ اهي ڪهڙا آهن؟

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- نماز دين جو:

(الف) گهر آهي (ب) نچوڙ آهي

(ج) ٿنڀ آهي (د) بنياد آهي

٢- نماز ۾ رڪوع جي حيثيت:

(الف) شرط جي آهي (ب) فرض جي آهي

(ج) واجب جي آهي (د) مستحب جي آهي

٣- نماز جا فرض:

(الف) ٣ آهن (ب) ۵ آهن

(ج) ۷ آهن (د) ۹ آهن

## ٣. خال ڀريو:

(١) قيامت جي ڏينهن جنهن شيءِ بابت سڀ کان پهريائين پڇاڻو ٿيندو، اها ________ هوندي.

(٢) نماز پڙهندڙ الله تعاليٰ کان مناجات ۽ ________ جو اظهار ڪري ٿو.

(٣) نماز ٻانهي ۽ سندس رب جي وچ ۾ تعلق کي ________ بڻائي ٿي.

(٤) جيڪڏهن نماز وقت کان پوءِ ادا ڪئي ويندي ته ان کي ________ چئبو آهي.

### ۴. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ۱- الله تعالیٰ انسانن ۽ جنن جي پيدائش جو مقصد عبادت کي چيو آهي. | | |
| ۲- نماز پڙهڻ لاءِ ڪجهه شرط آهن، جن کي نماز ۾ پورو ڪرڻ ضروري آهي. | | |
| ۳- نماز ادا ڪرڻ جا ڪجهه فرض آهن، جيڪي نماز جي اندر هوندا آهن. | | |
| ۴- نماز ادا ڪرڻ جا ۷ فرض آهن. | | |
| ۵- نماز کي پنهنجي وقت تي ادا ڪرڻ کي ”قضا“ چئبو آهي. | | |

### ۵. ڪالم ۱ - جي لفظن کي ڪالم ۲ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-۱ | ڪالم-۲ |
|---|---|
| ۱- نماز کي الله تعالیٰ جو قرب حاصل ڪرڻ | سڀ کان اڳ ۾ پڇاڻو تيندو، اها نماز هوندي. |
| ۲- قيامت جي ڏينهن جنهن شيءِ بابت | تعلق کي مضبوط بڻائي ٿي. |
| ۳- نماز پانهي ۽ سندس ربّ جي وچ ۾ | جو اهم سبب چيو ويو آهي. |
| ۴- نماز ادا ڪرڻ جا ڪجهه فرض مقرر | نماز ادا ڪرڻ جو گهڻو تاڪيد ڪيو ويو آهي. |
| ۵- قرآن مجيد ۾ مختلف هنڌن تي | ڪيا ويا آهن، جن جو پورو ڪرڻ ضروري آهي. |

**استادن لاءِ هدايتون**

استاد صاحبن کي گهرجي ته شاگردن ۽ شاگردياڻين کي نماز سيکارين، نماز جي اصطلاحن جي تشريح ڪن ۽ عملي طور تي انهن کان نماز پڙهائين.

# ٣- جنازي جي نماز ۽ ان جي اهميت

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق بڻجندا تہ اُهي:

- نماز جنازه جي اهميت ۽ افاديت کان آگاهہ ٿي بيان ڪري سگهندا.
- نماز جنازه جي ادا ڪرڻ جو طريقو جاڻي پنهنجن لفظن ۾ لکي سگهندا.
- نماز جنازه ۾ شرڪت ڪري پنهنجي اندر اللّٰه سائينءَ جي ڊپ ۽ آخرت جي فڪر جو جذبو پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا.

**تعارف:** قدرت طرفان اها ڳالهہ هميشہ لاءِ طئي ڪئي وئي آهي تہ جيڪو بہ زنده جسم آهي، هڪ نہ هڪ ڏينهن کيس موت ضرور اچڻو آهي. قرآن مجيد ۾ اللّٰه تعالىٰ فرمائي ٿو:

كُلُّ نَفۡسٍ ذَآئِقَةُ الۡمَوۡتِ ۟ (سورة العنڪبوت: آيت ٥٧)

”هر هڪ نفس موت جو مزو چکڻ وارو آهي“.

هونئن تہ هر مذهب ۾ موت کان پوءِ ، مرندڙ شخص جون آخري رسمون مختلف طريقن سان ادا ڪيون وينديون آهن، پر اسلام ۾ فوت ٿيندڙ شخص کي نهايت ئي باوقار طريقي سان دفنايو ويندو آهي، جيڪو همدردي ۽ انسانيت جو سبق ڏئي ٿو.

اسلام ۾ ميت کي غسل ڏئي، ڪفن پارايو ويندو آهي، پوءِ ان کي دفنائڻ لاءِ قبرستان کنيو ويندو آهي. دفنائڻ کان اڳ ميت

مدينه مُنوّره ۾ مسجد نبوي سان متصل قبرستان ”جنة البقيع“

جي نماز جنازه پڙهي ويندي آهي، جيڪا اصل ۾ مرندڙ شخص لاءِ الله تعاليٰ کان مغفرت جي دعا آهي.

**نماز جنازه جي حيثيت:** نماز جنازه جي حيثيت فرضِ ڪفايه جي آهي. يعني جنهن علائقي ۾، فوتي ٿي هجي ان علائقي جا ڪجهه ماڻهو نماز جنازه ادا ڪن ته پوري علائقي جي طرفان نماز جنازه ادا ٿي ويندي. پر جيڪڏهن ڪو به شخص اهو فرض (نماز جنازه) ادا نه ڪري ته ان ڳوٺ يا علائقي جا سڀئي ماڻهو گنهگار بڻجندا.

**نماز جنازه جي ادائگي:** جنازي جي نماز ادا ڪرڻ جو طريقو هن طرح آهي.

- ميت کي وهنجاري، ڪفن ڏئي، مٽ مائٽ ڪنهن کٽ / تختي تي ڪلهو ڏئي کڻي ايندا آهن.
- علائقي جا مسلمان ڪنهن کليل هنڌ گڏجي صفون بڻائيندا آهن.
- ميت سامهون رکي، امام صاحب بيهندو آهي ۽ امام جي پٺيان ماڻهو صفون ٻڌي بيهندا آهن.
- امام نماز دوران چار زائد تڪبيرون چوندو آهي، جن سان گڏ الله تعاليٰ جي ساراهه ۽ واکاڻ، حضور ﷺ تي درود ۽ ميت لاءِ مغفرت جي دعا پڙهي ويندي آهي. آخر ۾ سلام ورائي جنازي جي نماز پوري ڪئي ويندي آهي.
- جنازي جي نماز ۾ رڪوع ۽ سجدو نه ڪيو ويندو آهي.

**نماز جنازه جي اهميت:** جيئن ته اسان سڀني کي هڪ نه هڪ ڏينهن هن دنيا مان لازمي طور تي هليو وڃڻو آهي، انهيءَ ڪري مسلمان ڀائرن کي گهرجي ته پنهنجن مسلمان ڀائرن جي جنازي نماز ۾ شريڪ ٿي ان کي احترام سان دفنايو وڃي. اسان جي پياري نبي حضرت محمد ﷺ پاڻ به جنازي جي نماز ۾ شريڪ ٿيندا هئا ۽ سڀني مسلمانن کي پڻ هدايت فرمائي اٿن ته جنازي جي نماز ۾ ضرور شريڪ ٿين.

جنازي جي نماز ۾ شريڪ ٿيندڙ کي هي احساس ٿيندو آهي ته:

- هن فاني دنيا مان هڪ نه هڪ ڏينهن ڪيس پڻ وڃڻو آهي، انهيءَ ڪري هو پنهنجي عملن ۽ ڪردار ۾ سڌاري جي ڪوشش ڪندو آهي.
- سندس سوچ ۽ خيالن ۾ بهتريءَ جو رجحان پيدا ٿيندو آهي.
- جنازي جي نماز دنيا جي بي ثباتيءَ جو احساس ڏياريندي آهي.
- جنازي جي نماز انسانن ۾ همدردي ۽ هڪ ٻئي جي ڏک سور ۾ شريڪ ٿيڻ جو سبق ڏئي ٿي.
- جنازي جي نماز ۾ شريڪ ٿيڻ جتي نمازيءَ لاءِ ثواب جو ڪارڻ آهي، اتي ميت لاءِ مغفرت جو سبب پڻ آهي.

- جنازي جي نماز ميت لاءِ هڪ قسم جي دعا آهي، جيڪا نماز جي شڪل ۾ ڪئي ويندي آهي.
- جنازي جي نماز فرض ڪفايه آهي.
- جيئن ته جنازي جي نماز هڪ دعا آهي، انهيءَ ڪري ان ۾ ڪو به رڪوع ۽ سجدو ناهي ٿيندو.
- جنازي جي نماز انسانن ۾ همدردي ۽ هڪ ٻئي سان ڏک سور ۾ شريڪ ٿيڻ جو سبق ڏئي ٿي.

**شاگردن ۽ شاگردياڻين کي گهرجي ته جنازي جي نماز پڙهڻ جو مسنون طريقو سکن ۽ هن نماز جون مسنون دعائون ياد ڪن.**

# مشق

## ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- فرضِ ڪفايه مان ڇا مراد آهي؟

٢- جنازي جي نماز ادا ڪرڻ جو طريقو ڪهڙو آهي؟

٣- موت بابت قرآن شريف ۾ ڪهڙا لفظ آيل آهن؟

٤- جنازي نماز پڙهندڙ کي نماز ڪهڙو احساس ڏياريندي آهي؟

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- سڀ کان پهريون عمل، جيڪو ميت کي دفنائڻ کان اڳ ڪبو آهي:

(الف) ميت کي ڪفن پارائبو آهي
(ب) ميت کي غسل ڏبو آهي
(ج) ميت جي نمازِ جنازه پڙهي ويندي آهي
(د) ميت کي ڏسڻ لاءِ رکبو آهي

۲- جنازي جي نماز مسلمانن لاءِ آهي:

(الف) فرض (ب) نفل

(ج) فرض ڪفايه (د) سنت

۳- جنازي جي نماز ۾:

(الف) رڪوع ۽ سجدا هوندا آهن (ب) صرف رڪوع هوندو آهي

(ج) صرف سجدا هوندا آهن (د) رڪوع ۽ سجدا ناهن هوندا

## ۳. خال ڀريو:

(۱) اسلام ۾ فوت ٿيندڙ شخص کي نهايت ئي ________ سان دفنائبو آهي.

(۲) اصل ۾ جنازي جي نماز ميت لاءِ الله تعالىٰ طرفان ________ جي دعا آهي.

(۳) هر ساهواري کي ________ جو مزو چکڻو آهي.

(۴) نبي ڪريم ﷺ جن ماڻهن کي هدايت فرمائي آهي ته ________ ۾ ضرور شريڪ ٿين.

(۵) جنازي جي نماز ۾ نه ته ________ ڪبو آهي ۽ نه ئي سجدو.

## ۴. ڪالم ۱ - جي لفظن کي ڪالم ۲ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-۱ | ڪالم-۲ |
|---|---|
| ۱- حضرت محمد ﷺ پاڻ به جنازي جي نماز | نهايت ئي باوقار طريقي سان دفنايو ويندو آهي. |
| ۲- نماز جنازه ميت لاءِ هڪ قسم جي | پوري ڪئي ويندي آهي. |
| ۳- اسلام ۾ فوت ٿيندڙ شخص کي | ۾ شريڪ ٿيندا هئا. |
| ۴- جنازي جي نماز دنيا جي | الله تعالىٰ کان مغفرت جي دعا آهي. |
| ۵- آخر ۾ سلام ورائي جنازي جي نماز | بي ثباتيءَ جو احساس ڏياريندي آهي. |

استادن لاءِ هدايتون

استاد صاحبن کي گهرجي ته شاگردن ۽ شاگردياڻين کي بالغ ۽ نابالغ شخص جي جنازي نماز ۾ دعا پڙهي ويندي آهي، اها ترجمي سان ياد ڪرائين.

# ٤- حج ۽ ان جي اهميت

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق بڻجندا تہ اُهي:

- حج جي لغوي ۽ اصطلاحي معنىٰ کان آگاهہ ٿي پنهنجن لفظن ۾ بيان ڪري سگهندا.
- حج جي اهميت ۽ فائدن کان آگاهہ ٿي انهن کي لکي سگهندا.

**مفهوم:** حج اسلام جو هڪ نهايت ئي اهم رڪن آهي، جنهن جي معنىٰ "زيارت جو ارادو ڪرڻ" آهي. اسلام ۾ حج مان مراد خاص عبادت جي ارادي سان بيت الله يعني خانه ڪعبه جي چوڌاري طواف ڪرڻ (چڪر لڳائڻ) ۽ مُقَدَّس هنڌن ۾ حاضر ٿي مخصوص اعمال ۽ ادبَ بجا آڻڻ آهي.

**حج جي فرضيت:** حج اسلام جو پنجون اهم رڪن آهي. هي مسلمانن تي سنہ 9 هہ ۾ فرض ٿيو هو. حج هر عاقل، بالغ، تندرست ۽ حج ڪرڻ جي طاقت رکندڙ مسلمان تي زندگيءَ ۾ هڪ ڀيرو فرض آهي. الله تعالىٰ قرآن پاڪ ۾ ارشاد فرمائي ٿو:

وَلِلّٰهِ عَلَى النَّاسِ حِجُّ الْبَيْتِ مَنِ اسْتَطَاعَ اِلَيْهِ سَبِيْلًا (سوره آل عمران: آيت ٩٧)

"۽ الله لاءِ خاني ڪعبي جو حج اُنهن ماڻهن تي لازم آهي جنهن کي ڏانهس واٽ وڃڻ جي سگهہ آهي".

حج فرض ٿيڻ کان پوءِ اسان جي پياري نبي حضرت محمد ﷺ هڪ ڀيرو حج ادا ڪيو، جيڪو ”حجة الوداع“ جي نالي سان مشهور آهي.

## حج ۽ عمره جا احڪام:

(١) حج ۽ عمره ادا ڪرڻ وارن لاءِ ضروري آهي ته ميقات کان اڳ احرام ٻڌن. مرد جو احرام ٻه چادرون آهن. هڪ چادر گوڏ وانگر ٻڌي، جنهن کي ”اِزار“ چئبو آهي ۽ ٻي چادر سان بدن جو مٿيون حصو ڍڪيو وڃي، جنهن کي ”رداء“ چئبو آهي. عورتن جو احرام سِبيَل سادا ڪپڙا آهي. احرام پائڻ کان پوءِ ٻه رڪعتون نفل نماز ادا ڪجن ۽ تلبيه يعني ”لَبَّيْكَ اَللّٰهُمَّ لَبَّيْكَ لَبَّيْكَ لاَ شَرِيْكَ لَكَ لَبَّيْكَ اِنَّ الْحَمْدَ وَالنِّعْمَةَ لَكَ وَالْمُلْكَ لاَ شَرِيكَ لَكَ“ پڙهي احرام، حج ۽ عمره جي نيت ڪئي وڃي.

(٢) احرام ٻڌڻ کان پوءِ مڪه مڪرمه پهچي خانه ڪعبہ جو ست ڀيرا طواف ڪجي. خانه ڪعبه تي هميشہ الله تعالىٰ جي نور ۽ رحمتن جي ڀالوڙ ٿيندي آهي. هن هنڌ کي ”بيت الله“ يعني ”الله تعالىٰ جو گهر“ چئبو آهي.

(٣) طواف کان پوءِ ”مقامِ ابراهيم“ وٽ ٻه رڪعتون نماز پڙهجن.

(٤) نماز کان پوءِ حاجي يا عمره ڪندڙ ڪي صفا ۽ مروه جي وچ ۾ سعي لاءِ وڃڻ گهرجي.

”سعي“ جي معنىٰ ”ڊوڙڻ“ آهي. هيءَ ڊوڙ حضرت هاجره عليها السلام جي ياد ملهائڻ لاءِ ڪئي ويندي آهي. جڏهن اها پريشانيءَ جي حالت ۾ پنهنجي ننڍي پُٽ حضرت اسماعيل عليه السلام جي لاءِ پاڻيءَ جي تلاش ۾ ٻن ٽڪرين صفا ۽ مروه جي وچ ۾ ڊوڙي هئي. جنهن جي ست ڀيرا ڊوڙڻ کان پوءِ حضرت جبريل عليه السلام آيو. هن زمين تي پنهنجي کُڙي هنئي، جنهن جي اثر سان پاڻيءَ جو چشمو ڦٽي نڪتو، جيڪو ”زمزم“ جي نالي سان مشهور آهي. اهو وڏي برڪت وارو پاڻي آهي.

حج جي احڪامن ۾ ٨ ذوالحج جي صبح جو منىٰ جي هنڌ تي ترسڻ آهي. منىٰ ۾ ترسڻ حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ حضرت اسماعيل عليه السلام جي عمل جو يادگار آهي. جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام الله تعالىٰ جي حڪم سان پنهنجي پياري پٽ حضرت اسماعيل عليه السلام کي ذبح ڪرڻ لاءِ وٺي وڃي رهيو هو، ان دوران ٽي ڀيرا ٽن هنڌن تي شيطان سندس سامهون آيو ته الله تعالىٰ جي حڪم سان حضرت ابراهيم عليه السلام شيطان کي ڀڄائڻ لاءِ ٽنهي هنڌن تي ست ست ڀيرا پٿريون اڇليون. حاجيءَ جي ان عمل کي ”رمي الجمار“ چئبو آهي.

حاجيءَ کي ۹ ذي الحج تي عرفات جي ميدان تي سج جي لڙڻ کان اڳ پهچي ترسڻ گهرجي. جنهن کي ”وقوفِ عرفات“ چئبو آهي. حج لاءِ عرفات ۾ ترسڻ حج جو رڪن آهي. هن عمل کان سواءِ حج نہ ٿيندو.

حج جي احڪامن ۾ مزدلفه وادي ۾ ۱۰ ذي الحج جي رات جو پهچي قيام ڪرڻ بہ شامل آهي.

حج جا طريقا حضرت ابراهيم عليه السلام، حضرت بيبي هاجره عليها السلام ۽ حضرت اسماعيل عليه السلام جي عملن جو يادگار آهن. حضرت ابراهيم عليه السلام الله تعالىٰ جي لاءِ پنهنجي پٽ جي قرباني ايتري قدر قبول ٿي جو الله تعالىٰ قيامت تائين قربانيءَ کي حج لاءِ ضروري قرار ڏنو. قربانيءَ جو اهو عمل ۱۰ ذي الحج تي منىٰ ۾ رمي الجمره کان پوءِ ڪبو آهي. قربانيءَ کان پوءِ شريعت جي حڪم مطابق مٿو ڪوڙائجي يا وار ڪترائجن. مٿي ڪوڙائڻ کي ”حلق“ ۽ وار ڪترائڻ کي ”قصر“ چئبو آهي.

حج جي احڪامن ۾ قربانيءَ کان پوءِ بيت الله جو ”طواف زيارت“ پڻ آهي، جنهن کان سواءِ حج پورو نٿو ٿئي. طواف زيارت کان سواءِ سيني احڪامن جي آخر ۾ مکه مڪرمه کي ڇڏڻ کان اڳ هڪ ٻيو طواف ڪرڻ بہ آهي، جنهن جو نالو ”طواف الصدر“ يا ”طواف الوداع“ آهي، جيڪو حج لاءِ واجب آهي.

**حج جي فضيلت ۽ اهميت:** حج اصل ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام جي سنت آهي. اهو اسان کي حضرت ابراهيم عليه السلام، حضرت اسماعيل عليه السلام ۽ حضرت هاجره عليها السلام جي عظيم الشان قربانين جي ياد ڏياري ٿو.

حج هڪ جاني ۽ مالي عبادت آهي. حج جو سڀ کان وڏو فائدو گناهن جي بخشش آهي. نبي ڪريم ﷺ جن ارشاد فرمايو آهي:

> ”جيڪو شخص حج جي دوران هر خراب ڳالهہ کان پري رهيو، يعني برائين کان بچيو رهيو تہ اهو بيت الله کان ائين پاڪ ٿي موٽندو، جيئن هو پنهنجي ماءُ جي پيٽان پيدا ٿيو هجي“.

پاڻ ڪريم ﷺ جن هڪ موقعي تي ارشاد فرمايو:

> ”حج ۽ عمرو گناهن ۽ تنگ دستيءَ کي ائين پري ڪن ٿا، جيئن باهہ جي کوري سون ۽ چانديءَ جي ميراڻ کي پري ڪندي آهي“.

حج ادا نہ ڪندڙن بابت پاڻ سڳورن ﷺ ارشاد فرمايو آهي:

> ”جيڪو شخص جسماني طور تي صحتمند هجي، مالي طاقت پڻ رکندو هجي ۽ ڪو شرعي عذر يا مجبوري سندس آڏو نہ هجي ۽ پوءِ بہ اهو حج نہ ڪري تہ اهو يهودي يا نصراني ٿي مري“.

## حج جا فائدا:

- اصل ۾ حج جو سڀ کان وڏو فائدو الله تعالیٰ جو راضپو ۽ سندس ويجھڙائي حاصل ڪرڻ آهي. اها حج جي برڪت ئي آهي، جتي مسلمان انفراديت کان نڪري، اجتماعيت جو مظاهرو ڪن ٿا.
- حج جي ذريعي گناهن کان پاڪيزگي ، ايمان ۽ تقویٰ حاصل ٿئي ٿي.
- حج دوران گڏجي نماز پڙهڻ، هڪ امام جي پيروي، طواف ۽ مِنیٰ ۾ قيام ۽ هڪ امام جو خطبو ٻڌڻ بهترين نظم و ضبط جي عمده ۽ عملي تصوير آهي.
- حج ڪرڻ جو هڪ فائدو معاشي پڻ آهي. دنيا جي مختلف ملڪن مان ايندڙ حاجي سڳورا پاڻ ۾ ڏيتي ليتي ۽ واپار ذريعي بيشمار واپاري فائدا حاصل ڪن ٿا.

حج اسلام جو هڪ اهڙو اهم رڪن آهي، جيڪو پنهنجي اندر بيشمار اخلاقي، روحاني، سماجي ۽ معاشي فائدا رکي ٿو.

- حج جي لغوي معنیٰ زيارت جو ارادو ڪرڻ آهي. اسلام ۾ حج مان مراد بيت الله شريف ۽ ٻين مقدس هنڌن (صفا، مروه، مِنیٰ، عرفات ۽ مزدلفه) تي خاص احڪام ادا ڪرڻ آهي.
- حج هر اهڙي عاقل، بالغ ۽ تندرست مسلمان تي فرض آهي، جيڪو حج ڪرڻ جي طاقت رکندو هجي.
- حج مسلمانن تي سن ٩ هه ۾ فرض ٿيو. حج فرض ٿيڻ کان پوءِ حضور ڪريم ﷺ جن هڪ ڀيرو حج ادا ڪيو آهي، جيڪو ”حجة الوداع“ جي نالي سان مشهور آهي.
- بيت الله جو حج ڪرڻ اصل ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ حضرت اسماعيل عليه السلام جي عظيم الشان قربانيءَ جو يادگار آهي.
- حديثن مبارڪن ۾ حج جي وڏي فضيلت بيان ڪئي وئي آهي. حضور ﷺ جن فرمايو ته جيڪو شخص حج دوران هر خراب ڳالهه کان پري رهيو، اهو بيت الله کان ائين پاڪ ٿي موٽندو، جيئن هاڻي ماءُ جي پيٽان پيدا ٿيو هجي.
- حج جاني ۽ مالي عبادت آهي.

- حج جا ٽي فرض آهن: (۱) احرام (۲) وقوف عرفات ۽ (۳) طوافِ زيارت

**حج جي فائدن جو خلاصو:** • ڀائيچارو ۽ برابري • امت جو اتحاد • سماجي ۽ سياسي مسئلن جو حل • وچٿرائي • محشر جي يادگيري • روحاني بُلندي.

شاگرد ۽ شاگردياڻيون مقاماتِ حج ۽ ارڪانِ حج جي وضاحت پنهنجي پنهنجي ڪاپين ۾ لکي پنهنجن استاد صاحبن کي ڏيکارين.

## مشق

### ۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

۱- حج جو مفهوم ۽ اهميت بيان ڪريو.

۲- حج جا احڪام ڪهڙي تاريخ کان شروع ۽ ڪهڙي تاريخ تي ختم ٿيندا آهن؟

۳- مِنىٰ ۾ پٿريون ڇالاءِ هنيون وينديون آهن؟

۴- حج ڪهڙين مقدس هستين جي قربانين جو يادگار آهي؟

۵- حج جي فائدن مان ڪي ٻه ٽي فائدا ٻڌايو.

### ۲. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

۱- صفا ۽ مروه:

(الف) مِنىٰ جي ويجهو آهن — (ب) عرفات جي ويجهو آهن

(ج) مزدلفه جي ويجهو آهن — (د) بيت اللّٰه جي ويجهو آهن

۲- حج فرض ٿيو:

(الف) سنه ۲ هه ۾ — (ب) سنه ۳ هه ۾

(ج) سنه ۵ هه ۾ — (د) سنه ۹ هه ۾

۳- حج فرض آهي:

(الف) صرف اميرن تي
(ب) غريبن ۽ اميرن ٻنهي تي
(ج) حج جي طاقت رکندڙن تي
(د) هر شخص تي

۴- حج فرض ٿيڻ کان پوءِ حضور ڪريم ﷺ جن پنهنجي زندگيءَ ۾ حج ڪيو:

(الف) هڪ ڀيرو
(ب) ٽي ڀيرا
(ج) پنج ڀيرا
(د) ست ڀيرا

۵- حج ادا ڪندڙ وقوف ڪندا آهن:

(الف) صفا ۾
(ب) مروه ۾
(ج) مِنیٰ ۾
(د) عرفات ۾

## ۳. خال ڀريو:

(۱) حج اسلام جو پنجون اهم ________ آهي.

(۲) حج جو سڀ کان وڏو فائدو ________ جي بخشش آهي.

(۳) سعي جي معنیٰ صفا ۽ مروه جي وچ ۾ ________ آهي.

(۴) اصل ۾ حج ________ جي سنت آهي.

(۵) حج جو سڀ کان وڏو فائدو الله تعالیٰ جو راضپو ۽ سندس ________ حاصل ڪرڻ آهي.

### استادن لاءِ هدايتون

- استاد صاحبن کي گهرجي ته شاگردن ۽ شاگردياڻين کي حج جي مقامن جو تفصيل ٻڌائين ۽ حج ۾ پڙهجندڙ تلبيه جا لفظ ترجمي سان ياد ڪرائين.
- عمره ۽ حج جي وچ ۾ فرق کي واضح ڪن ۽ انهن جون وڏيڪ فضيلتون ٻڌائين.

# سيرت طَيّبَه

## اسان جي آخري نبي حضرت محمد ﷺ جي حيات طَيّبه
## (صُلح حُديبِيَه کان غَزوهٔ خيبر تائين)

"سيرت" جي معنىٰ آهي رستو ۽ طريقو. "سيرت طَيِّبه" مران مراد هي آهي ته اسان جي پياري نبي حضرت محمد ﷺ جي پوري زندگيءَ جا طور طريقا، جيڪي پاڻ سڳورن ﷺ اختيار ڪيا هجن. انهن جو تعلق عبادتن سان هجي يا معاملن، سماج ۽ اخلاقيات سان. اهي پاڻ سڳورن ﷺ جي انفرادي زندگيءَ سان تعلق رکندا هجن، يا اجتماعي زندگيءَ سان. انهن جو تعلق پاڻ سڳورن ﷺ جي سياست سان هجي يا حڪمرانيءَ سان. پاڻ سڳورن ﷺ جي سموري زندگي نه صرف مسلمانن لاءِ، پر سڀني انسانن لاءِ هدايت جي روشني آهي. پاڻ سڳورن ﷺ جي سيرت طَيِّبه جو مطالعو ڪري اسان دنيا ۽ آخرت ۾ ڪاميابي حاصل ڪري سگهون ٿا. قرآن پاڪ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي زندگيءَ کي اسان جي لاءِ "اسوه حَسنه" يعني بهترين نمونو قرار ڏنو ويو آهي.

حضور ڪريم ﷺ جي انفرادي ۽ اجتماعي زندگيءَ جو مطالعو ۽ تابعداري اسان لاءِ دين ۽ دنيا جي سڀني نعمتن حاصل ڪرڻ جو واحد ذريعو آهي.

## مقصد

هن باب ۾ جيڪي عنوان (صُلح حُديبِيَہ، بادشاهن کي اسلام جي دعوت ۽ غَزوه خيبر) ڏنا ويا آهن، انهن جو مقصد هي آهي تہ شاگردن ۽ شاگردياڻين کي هن ڳالهہ کان آگاهہ ڪيو وڃي تہ حضور ﷺ جي حيات طَيِّبہ جو مطالعو ۽ تابعداري اسان لاءِ فخر جو ڪارڻ ۽ رحمت آهي. سيرت جو مطالعو اسان لاءِ نہ صرف ضروري آهي، پر ان جو عملي طور اظهار پڻ لازمي آهي. يعني سيرت پاڪ کي عملي طور تي زندگيءَ ۾ اپنايو وڃي. شاگردن ۽ شاگردياڻين کي صُلح حُديبِيَہ ۽ بيعتِ رضوان کان آگاهہ ڪري ان ڳالهہ جو تاڪيد ۽ تَلقين ڪرڻ تہ مخالف ڌر سان معاهدي ڪرڻ وقت ڪهڙين ڳالهين جو خيال رکيو وڃي. ان کان سواءِ اسلام جي دعوت جي سلسلي ۾ ان وقت جي بادشاهن کي جيڪي پاڻ سڳورن ﷺ خط لکرائي روانا فرمايا هئا، انهن جو مطالعو ڪرڻ ۽ ان جي نتيجي ۾ ان وقت ٿيندڙ تبديلين بابت ڪين آگاهہ ڪرڻ آهي. اهڙيءَ طرح ڪين غزوه خيبر جي سببن، ان ۾ ٿيندڙ واقعن ۽ انهن جي نتيجن کان پڻ آگاهہ ڪرڻ آهي.

مقام حُديبيه وٽ موجود هڪ کوهہ

# ١- صُلح حُديبِيه

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- صُلح حُديبيه جي واقعن بابت آگاهه ٿي پڌائي سگهندا.
- صُلح حُديبيه جي شرطن بابت ڄاڻي تفصيل بيان ڪري سگهندا.
- صُلح حُديبيه کان اڳ صحابه سڳورن رضي الله عنهم جيڪا حضور ﷺ جن جي هٿ مبارڪ تي بيعت ڪئي هئي، ان جو تفصيل لکي سگهندا.
- سيرت طَيِّبه جي روشنيءَ ۾ صلح حُديبيه واري معاهدي جي نتيجن کان سماجي زندگيءَ ۾ فائدا حاصل ڪرڻ جي عملي ڪوشش ڪندا.

حُديبيه جو هنڌ

**پس منظر:** حضور ﷺ مکه مڪرّمه مان هجرت فرمائي، مديني مُنوّره ۾ رهائش اختيار ڪرڻ کان پوءِ اتي اسلام جي دعوت ۽ تبليغ جو عظيم فرض سرانجام ڏيڻ لڳا. پاڻ سڳورن ﷺ جن سان گڏ صحابه سڳورا رضي الله عنهم پڻ مديني مُنوّره ۾ رهيا. دعوت ۽ تبليغ جو سلسلو هلندو رهيو ۽ اسلام آهستي آهستي پکڙجندو رهيو. هجرت جي ڇهين سال يعني سنه ٦ هه ۾ پاڻ سڳورن ﷺ صحابه سڳورن رضي الله عنهم کي فرمايو ته مون خواب ڏٺو آهي ته صحابه سڳورن رضي الله عنهم سان گڏ مکه مُڪرّمه پهچي عمره ادا ڪيو آهي. الله تعاليٰ جو ارشاد مبارڪ آهي:

لَقَدۡ صَدَقَ اللّٰهُ رَسُوۡلَهُ الرُّءۡيَا بِالۡحَقِّ ۚ لَتَدۡخُلُنَّ الۡمَسۡجِدَ الۡحَرَامَ اِنۡ شَآءَ اللّٰهُ اٰمِنِيۡنَ ۙ مُحَلِّقِيۡنَ رُءُوۡسَكُمۡ وَمُقَصِّرِيۡنَ ۙ لَا تَخَافُوۡنَ ؕ فَعَلِمَ مَا لَمۡ تَعۡلَمُوۡا فَجَعَلَ مِنۡ دُوۡنِ ذٰلِكَ فَتۡحًا قَرِيۡبًا ﴿۲۷﴾

(الفتح: آيت ٢٧)

ترجمو: ”بيشڪ الله پنهنجي پيغمبر کي خواب سچو ڏيکاريو، ته جيڪڏهن الله گهريو ته پنهنجا مٿا ڪوڙائي ۽ وار ڪترائي مسجد حرام ۾ بي پوا ٿي ضرور گهڙندؤ ۽ نه ڊڄندؤ. پوءِ اوهين جيڪي نه ڄاڻندا آهيو، سو الله ڄاتو، تنهن ڪري اِن کان اڳ فتح ويجهي مقرر ڪئي“.

اهو ڄاڻي سيني صحابن سڳورن رضي الله عنهم بيت الله جي زيارت لاءِ تياريون شروع ڪري ڏنيون. پاڻ سڳورا چوڏهن سؤ صحابن سڳورن رضي الله عنهم سان گڏجي پهرين ذو القعده سنه ٦ هه ۾ مڪه مڪرّمه ڏانهن روانا ٿيا. پاڻ سڳورن ﷺ جن مدينه مُنوّره ۾ مشهور صحابي حضرت عبدالله بن اُمِّ مَڪتوم رضي الله تعالىٰ عنه کي پنهنجو نائب مقرر ڪيو.

جيئن ته نبي ڪريم ﷺ ۽ صحابه ڪرام رضي الله عنهم صرف عمره جي نيت سان مڪه مُڪرّمه وڃي رهيا هئا، انهيءَ ڪري وٽن جنگي ساز سامان نه هو. تلوارون گڏ هيون، اهي به مياڻ جي اندر هيون. هن سفر ۾ اُمُّ المؤمنين حضرت اُمِّ سَلمه رضي الله عنها به نبي ڪريم ﷺ جن سان گڏ هئي. مديني کان تقريبًا ١٢ ڪلوميٽر جي فاصلي تي هڪ جڳهه آهي، جنهن کي ”ذو الحُليفه“ وارو ميقات چئجي ٿو. ان جڳهه تي پاڻ سڳورا ۽ صحابه ڪرام رضي الله عنهم عمره جي نيت ڪري احرام ٻڌو.

حضور ﷺ جن هڪ صحابي حضرت بُسر بن سفيان رضي الله تعالىٰ عنه کي مڪي وارن جون حالتون معلوم ڪرڻ لاءِ موڪليو. پاڻ سڳورا ﷺ جن جڏهن سفر ڪندي مڪه مُڪرّمه ۽ مدينه مُنوّره جي وچ ۾ ”عُسفان“ جي هنڌ پهتا ته حضرت بُسر بن سفيان رضي الله تعالىٰ عنه خبر ڏني ته مڪي جا قريش پنهنجن سردارن سان گڏ مڪه کان ٻاهر گڏ ٿي رهيا آهن ۽ اهي پاڻ سڳورن ﷺ ۽ صحابن سڳورن رضي الله عنهم کي عمره ادا ڪرڻ هرگز نه ڏيندا. ان لاءِ جيڪڏهن ڪين جنگ به ڪرڻي پئي ته هو جنگ لاءِ تيار آهن.

هن نئين صورتحال پيش اچڻ کان پوءِ حضور اڪرم ﷺ جن صحابه سڳورن رضي الله عنهم سان مشورو ڪيو، جن راءِ ڏني ته سفر جاري رکيو وڃي. انهيءَ ڪري پاڻ سڳورا ﷺ ۽ صحابه سڳورن پنهنجو سفر جاري رکيو. مڪي جي قريشن طرفان پاڻ سڳورن ﷺ جو رستو روڪڻ جي پڻ ڪوشش ڪئي وئي، پر پاڻ سڳورن عام رستو ڇڏي، جبلن ۽ ٽڪرين مان گذرندي، ”حُديبِيَه“ هنڌ پهتا. حُديبيه مڪه مُڪرّمه کان تقريبًا ١٠ ميلن جي فاصلي تي آهي.

**ٺاهه جي ڪوشش:** مڪي جي قريشن جا ناپاڪ ارادا ڏسي، سيدنا محمد رسول الله ﷺ جن حضرت بُدَيل بن وَرقاء رضي الله عنه جي ذريعي قريش کي پيغام موڪليو ته اسين صرف عمره جي نيت سان آيا آهيون. انهيءَ ڪري اسان کي خانه ڪعبه جي زيارت لاءِ ڇڏيو وڃي، پر قريش اها ڳالهه نه مڃي. انهيءَ دوران ڳالهه ٻولهه جو سلسلو جاري رهيو، پر ڪابه ڳالهه طئي نه ٿي سگهي. پوءِ پاڻ سڳورن حضرت عثمان غني رضي الله عنه کي ٺاهه لاءِ پنهنجو خاص ايلچي بڻائي موڪليو. حضرت عثمان رضي الله عنه مڪي جي قريش کي هرممڪن طريقي سان سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ته سيدنا محمّد رسول الله ﷺ ۽ اسان صرف عمره ڪرڻ آيا آهيون. عمره ادا ڪرڻ کان پوءِ اسين سيئي واپس هليا وينداسين. مڪي جي قريشن صرف ايتري نرمي ڏيکاري ته جيڪڏهن توهان (حضرت عثمان رضي الله عنه) چاهيو ته عمره ادا ڪري سگهو ٿا. پر حضرت عثمان رضي الله عنه نبي ڪريم ﷺ ۽ ٻين صحابه سڳورن رضي الله عنهم کان سواءِ عمره ادا ڪرڻ مناسب نه سمجهيو ۽ مڪي جي قريشن جي آڇ کي رد ڪري ڇڏيو.

جڏهن حضرت عثمان غني رضي الله عنه کي اچڻ ۾ دير ٿي ته مسلمانن جي اندر افواهه پکڙجي ويو ته حضرت عثمان رضي الله عنه کي شهيد ڪيو ويو آهي. انهيءَ ڪري مسلمانن کي سخت ڪاوڙ آئي.

**بيعتِ رضوان:** نبي ڪريم ﷺ جن صحابه سڳورن رضي الله عنهم کي گڏ ڪيو ۽ کين فرمايائون ته ”اسين ايستائين واپس نه موٽنداسين، جيستائين حضرت عثمان رضي الله عنه جي شهادت جو بدلو نه وٺنداسين“. پاڻ سڳورا ﷺ ٻٻر جي هڪ وڻ هيٺان ويهي رهيا ۽ صحابه سڳورا رضي الله عنهم هڪ هڪ ٿي ايندا ويا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي هٿ مبارڪ تي بيعت ڪندا ويا. انهيءَ واقعي جو ذڪر الله تعالىٰ قرآن مجيد جي سوره فتح ۾ هن ريت فرمايو آهي:

لَقَدْ رَضِيَ اللّٰهُ عَنِ الْمُؤْمِنِيْنَ اِذْ يُبَايِعُوْنَكَ تَحْتَ الشَّجَرَةِ فَعَلِمَ مَا فِيْ قُلُوْبِهِمْ فَاَنْزَلَ السَّكِيْنَةَ عَلَيْهِمْ وَ اَثَابَهُمْ فَتْحًا قَرِيْبًا ۟ (الفتح: آيت ١٨)

ترجمو: ”بيشڪ الله مؤمنن کان راضي ٿيو، جنهن وقت وڻ هيٺ توسان بيعت ٿي ڪيائون، پوءِ جيڪي سندن دلين ۾ هو، سو ڄاتائين، پوءِ مٿن (دل جو) سڪون لاٿائين ۽ کين هڪ ويجهي سوڀ انعام ڏنائين“.

حضرت عمر رضي الله عنه جي خلافت واري دور ۾ بدعت جي خطري سبب ان انهيءَ وڻ کي ڪٽيو ويو.

**صُلح حُديبيه ۽ اُن جا شرط:** مڪي جي ڪافرن کي جيئن ئي ان بيعت جي ڄاڻ پيئي ته هو ٺاهه تي راضي ٿيا. قريش سُهيل بن عمرو (رضي الله عنه، جيڪو اُن وقت تائين مسلمان نه ٿيو هو) کي مسلمانن سان ڳالهين

ڪرڻ لاءِ موڪليو. گھڻي بحث کان پوءِ مسلمانن ۽ قريش جي وچ ۾ هڪ معاهدو طئي ٿيو جنهن جا اسلام جي سربلنديءَ لاءِ ڏور رَس نتيجا ظاهر ٿيا. هن معاهدي کي تاريخ اسلام ۾ ”صُلح حُديبيه“ چئبو آهي. ان ڄاهه جا ڪجهه شرط هن ريت هئا:

- هن سال مسلمان عمره ڪرڻ کان سواءِ واپس هليا وڃن. ايندڙ سال صرف عمره جي اجازت هوندي، پر مڪي ۾ ٽن ڏينهن کان وڌيڪ ترسڻ جي ڪين موڪل نه هوندي.
- مسلمان ايندڙ سال جڏهن عمره ڪرڻ لاءِ اچن ته پاڻ سان ڪوبه هٿيار گڏ نه کڻي اچن، سواءِ تلوارن جي ۽ اهي به مياڻ ۾ هونديون.
- جيڪڏهن قريش جو ڪوبه شخص مسلمان ٿي مدينه منوره ڏانهن ايندو ته مسلمان ان کي واپس ڪرڻ جا پابند هوندا.
- جيڪڏهن ڪو مسلمان اسلام ڇڏي قريش وٽ ويندو ته قريش ان کي مسلمانن ڏانهن واپس نه ڪندا.
- مسلمان ۽ قريش ڏهن سالن تائين جنگ نه ڪندا.
- مسلمانن ۽ قريش کان سواءِ ٻين قبيلن کي آزادي هوندي ته هو جنهن ڌر سان گڏ ٿين. جيڪڏهن چاهين ته اهي قريش سان گڏ ٿين، وڻين ته مسلمانن سان گڏ ٿين. اهي پنهنجي فيصلي ۾ خودمختار هوندا.

مسلمانن جي طرفان صُلح حُديبيه جو معاهدو حضرت علي رضي الله عنه لکيو. ظاهري طور هن معاهدي ۾ مٿي ڏنل شرطن مان چند شرطن کان سواءِ باقي شرط مسلمانن جي خلاف هئا ۽ مسلمان انهن شرطن جي حق ۾ نه هئا، پر نبي ڪريم ﷺ الله تعالىٰ جي طرفان ڏنل ڏور رس نگاهه سان هن معاهدي کي مسلمانن جي حق ۾ فائديمند سمجهيو، انهيءَ ڪري پاڻ سڳورن صحابه سڳورن رضي الله عنهم کي به هن معاهدي تي سختيءَ سان پابند رهڻ جي تلقين ڪئي.

**فتح مبين:** الله تعالىٰ انهيءَ صُلح کي مسلمانن جي لاءِ ”فتح مُبين“ يعني کُليل فتح چيو آهي. الله تعالىٰ قرآن مجيد ۾ ارشاد فرمايو:

اِنَّا فَتَحْنَا لَكَ فَتْحًا مُّبِيْنًا (الفتح: ١)

”بيشڪ اسان توکي پڌري فتح ڏني“.

**صُلح حُديبِيَه جا فائدا:** هن معاهدي جي ذريعي مسلمانن کي هن طرح فائدو ٿيو ته:

(۱) مسلمانن جي حيثيت کي مڃيو ويو.

(۲) واپاري قافلا آزاديءَ سان اچڻ وڃڻ لڳا.

(۳) ان دوران مشرڪن کي مسلمانن جي اخلاص، سُهڻي عمل، نيڪي ۽ پاڪيزه اخلاقن سان ميل جول جي ڪري اسلام جي حقيقت پرکڻ جو موقعو مليو.

(۴) معاهدي جي ڪري مسلمانن کي قريش جي طرفان جنگ کان بي فڪر ٿيڻ سبب اسلام جي تبليغ ڪرڻ جو بهتر موقعو هٿ آيو.

(۵) اهو معاهدو اڳتي هلي فتح مڪه جو سبب بڻيو.

ان مان اسان کي هي سبق مليو ته صحابه سڳورن رضي الله عنهم رسول الله ﷺ جي هدايتن تي عمل ڪيو، جنهن جا سٺا نتيجا نڪتا. اسان جي ڪاميابيءَ جو دارومدار سيدنا رسول الله ﷺ جي تابعداري تي آهي. جيڪڏهن اسين رسول الله ﷺ جي مڪمل تابعداري ڪنداسين، ته دنيا ۽ آخرت ۾ ڪاميابي ماڻينداسين.

- صُلح حُديبيه ذو القعده سنه ٦ ھ ۾ ٿيو.
- حضور ڪريم ﷺ جن چوڏهن سؤ صحابن سڳورن رضي الله عنهم سان گڏجي عمره جي نيت سان مڪه مڪرّمه ڏانهن روانا ٿيا.
- قريشِ مڪه فيصلو ڪيو ته هو مسلمانن کي عمره ڪرڻ لاءِ مڪه مڪرّمه ۾ ڪنهن به حالت ۾ داخل ٿيڻ نه ڏيندا.
- حضور ﷺ صحابه سڳورن رضي الله عنهم سان مڪه مڪرمه جي ويجهو "حُديبيَه" نالي جاءِ تي اچي ترسي پيا. مسلمانن ۽ قريش جي وچ ۾ ڳالهه ٻولهه جو سلسلو شروع ٿيو.
- حضور اقدس ﷺ حضرت عثمان رضي الله عنه کي ايلچي بڻائي مڪه جي قريشن سان ڳالهه ٻولهه لاءِ مڪه مڪرمه روانو فرمايو. مسلمانن ۾ افواه پکڙجي ويو ته حضرت عثمان رضي الله عنه کي شهيد ڪيو ويو آهي.

- حضور انور ﷺ جن ٻير جي هڪ وڻ هيٺان صحابه سڳورن رضي الله عنهم کان هن ڳالهه جي بيعت ورتي ته حضرت عثمان رضي الله تعالیٰ عنه جي خون جو بدلو وٺبو. ان بيعت کي ”بيعتِ رضوان“ چئبو آهي.
- مڪي جي ڪافرن کي ان بيعت جي خبر پئي ته اهي صلح ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا. قريش سهيل بن عمرو (رضي الله تعالیٰ عنه) کي مسلمانن سان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ لاءِ موڪليو. مسلمانن جي طرفان اهو معاهدو حضرت علي رضي الله تعالیٰ عنه لکيو.
- هن معاهدي جا چند شرط بظاهر مسلمانن جي خلاف هئا ۽ مسلمان ان جي حق ۾ نه هئا، پر نبي ڪريم ﷺ انهن تي سختيءَ سان پابند رهڻ جي تلقين فرمائي.
- الله تعالیٰ هن صلح کي مسلمانن جي لاءِ ”فتح مبين“ قرار ڏنو.
- هي معاهدو اڳتي هلي مڪه جي فتح ۽ اسلام جي ڦهلاءَ جو وڏو ڪارڻ بڻيو.

صلح حُديبيه جي شرطن ۽ فائدن تي هڪ ٻئي سان خيالن جي ڏي وٺ ڪريو.

## مشق

### ا. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

ا- حضور ﷺ جن هجرت جي ڇهين سال ڪهڙو خواب ڏٺو؟

٢- بيعت رضوان جو اصل سبب ڪهڙو هو؟

٣- ڪي ٻه ٻه اهڙا شرط ٻڌايو، جيڪي ظاهري طور تي مسلمانن جي خلاف هئا؟

٤- قرآن مجيد ۾ ڪهڙي معاهدي کي ”فتح مبين“ چيو ويو آهي؟

٥- صُلح حُديبيه جا ڪي ٻه ٻه نتيجا ٻڌايو.

٦- حضور ﷺ ۽ صحابه سڳورن رضي الله عنهم عمره ڪرڻ لاءِ احرام ٻڌڻ جي نيت ڪهڙي جاءِ تي ڪئي؟

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

ا- حضور ﷺ مڪه وارن جون حالتون معلوم ڪرڻ لاءِ جنهن صحابيءَ کي موڪليو، اهو هو:

(الف) حضرت علي رضي الله عنه (ب) حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه

(ج) حضرت بُسر بن سفيان رضي الله عنه (د) حضرت زيد بن حارثه رضي الله عنه

٢- حضور ﷺ جنهن وڻ جي هيٺان ويهي بيعت ورتي، اهو هو:

(الف) ڪجيءَ جو (ب) پپر جو

(ج) نم جو (د) ٻېر جو

٣- حضور ﷺ مڪه مڪرّمه وڃي رهيا هئا:

(الف) واپار لاءِ (ب) عمره لاءِ

(ج) جنگ لاءِ (د) مڪي وارن سان ملڻ لاءِ

۴- صُلح حُديبيه جا شرط بظاهر خلاف هئا:

(الف) قريش جي (ب) مسلمانن جي

(ج) يهود ۽ نصاريٰ جي (د) مشرڪن جي

## ٣. خال ڀَريو:

(١) حُديبيه مڪه مُڪرّمه کان تقريبًا __________ ميلن جي فاصلي تي آهي.

(٢) مديني جي ويجهو هڪ جاءِ آهي جنهن کي __________ چئجي ٿو.

(٣) صُلح حُديبيه موجب مسلمان ۽ قريش __________ تائين جنگ نه ڪرڻ جا پابند هوندا.

(۴) حضور ﷺ __________ کي پنهنجو خاص ايلچي بڻائي ڳالهه ٻولهه لاءِ قريش ڏانهن موڪليو.

(۵) قرآن پاڪ ۾ هن معاهدي کي ”فتح مبين“ يعني __________ قرار ڏنو ويو آهي.

## ۴. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- صُلح حُديبيه جي معاهدي جا شرط بظاهر مسلمانن جي خلاف هئا. | | |
| ٢- حضور ﷺ جن ٻيرجي وڻ هيٺان صحابه سڳورن رضي الله عنهم کان بيعت ورتي. | | |
| ٣- حُديبيه جي سفر ۾ حضرت عائشه رضي الله عنها نبي سڳورن ﷺ جن سان گڏ هئي. | | |
| ۴- مسلمانن جي طرفان صلح حُديبيه جو معاهدو حضرت علي رضي الله تعالىٰ عنه لکيو. | | |
| ۵- حضور ﷺ جن حضرت عمر رضي الله تعالىٰ عنه کي صلح جي مقصد سان پنهنجو ايلچي بڻائي موڪليو. | | |

## ۵. ڪالم ١ - جي لفظن کي ڪالم ٢ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
|---|---|
| ١- حضور ﷺ چوڏهن سؤ صحابن سڳورن رضي الله عنهم | ڳالهه ٻولهه لاءِ پنهنجو ايلچي بڻائي موڪليو. |
| ٢- حضور ﷺ جن حضرت عثمان غني رضي الله تعالىٰ عنه کي | حضرت علي رضي الله تعالىٰ عنه لکيو. |
| ٣- جيڪڏهن قريش جو ڪو شخص مسلمان ٿي | سان گڏجي مڪه مڪرّمه ڏانهن روانا ٿيا. |
| ۴- مسلمانن جي طرفان صلح حُديبيه جو معاهدو | مديني ويندو ته مسلمان ان کي واپس ڪندا. |

### استادن لاءِ هدايتون

استاد صاحبن کي گهرجي ته صلح حُديبيه جي وڌيڪ تفصيل بابت شاگردن ۽ شاگردياڻين کي آگاهه ڪن.

# ٢- بادشاهن کي اسلام جي دعوت

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- نبي ڪريم ﷺ اُن وقت جي بادشاهن کي جيڪي خط لکيا، انهن جي مقصدن کان آگاهه ٿي سگهندا ۽ ان جي تشريح ڪري سگهندا.
- حضور ﷺ جن جي طرفان جن اهم بادشاهن کي تبليغي خط لکيا ويا، انهن جي نالن ۽ جن بادشاهن پاڻ سڳورن ﷺ جي دعوت کي قبول ڪيو ۽ جن هن دعوت کي رد ڪيو، انهن کان واقف ٿي بيان ڪري سگهندا.
- جن بادشاهن نبي ڪريم ﷺ جي خطن جي جواب ۾ ايمان ته نه آندو، پر ادب کي لحاظ ۾ رکندي، انهن سوکڙيون روانيون ڪيون، انهن کان آگاهه ٿي، لکي سگهندا.
- سيرت طَيِّبه جي روشنيءَ ۾ سماجي زندگيءَ ۾ اسلام جي دعوت جي ڦهلاءَ لاءِ خط لکي سگهندا.

**تعارف:** نبي ڪريم ﷺ مڪه جي قريشن سان معاهدو ڪرڻ کان پوءِ واپس مديني مُنوّره آيا ته پاڻ سڳورن ﷺ کي انهن طرفان ڪجهه اطمينان حاصل ٿيو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ اسلام جي پيغام کي ٻين ملڪن ۽ علائقن تائين پهچائڻ جو ارادو فرمايو. ان مقصد لاءِ پاڻ سڳورن ڪجهه صحابه سڳورن رضي الله عنهم کي ايلچي بڻائي موڪليو ته جيئن هو مختلف بادشاهن وٽ نبي ڪريم ﷺ پاران اسلام جي دعوت ۽ تبليغ جا خط کڻي وڃن. اهو سلسلو پاڻ سڳورن ﷺ سنه ٦ هه ۾ شروع ڪيو. جن بادشاهن ڏانهن خط موڪليا ويا هئا، انهن مان ڪجهه جو ذڪر هن ريت آهي:

**١- حبشه جو بادشاهه نجاشي:** جنهن جو نالو اصحمه بن ابجر هو. حبشه کي اڄڪلهه ”ايٿوپيا“ چئجي ٿو. هي افريقي ملڪ آهي ۽ هن وقت اتي عيسائي مذهب سان تعلق رکندڙ ماڻهو آباد آهن. حبشه جي بادشاهه کي ”نجاشي“ چئبو هو. نبي ڪريم ﷺ پنهنجو خط مبارڪ حضرت عمرو بن اُمية رضي الله عنه کي ڏئي حبشه جي بادشاهه جي دربار ۾ موڪليو. پاڻ سڳورن ﷺ هن خط مبارڪ ۾ نجاشيءَ کي اسلام جي دعوت ڏني. خط پڙهي، بادشاهه احترام ۾ اُٿي بيٺو ۽ خط مبارڪ کي پنهنجين اکين تي لڳائي چُميو. نجاشيءَ الله تعالىٰ جي وحدانيت ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي نبوّت جي شاهدي ڏني ۽ ايمان آندائين ۽ اتي اڳ ۾ موجود مسلمانن کي سوکڙيون ڏئي مدينه منوّره ڏانهن واپس موڪليو. نجاشي بادشاهه ”اصحمه“ جي وفات تي حضور ﷺ جن ڏکارا ٿيا هئا.

**٢- بحرين جو بادشاهه:** بحرين عرب جي علائقي ۾ هڪ ننڍي رياست هئي. هيءَ ڪسرىٰ ايران جي ماتحت هئي ۽ ڪجهه وقت کان هتي "مُناذره" نالي بادشاهن جو حڪومتي سلسلو هوندو هو. نبي ڪريم ﷺ جنهن وقت بحرين جي بادشاهه ڪي حضرت عُلاء بن الحضرمي رضي الله عنه جي ذريعي خط مبارڪ موڪليو، ان وقت بحرين تي "مُنذر بن ساوىٰ" بادشاهت ڪري رهيو هو. هن حضور ﷺ جو خط مبارڪ پڙهيو ۽ ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ اسلام قبول ڪري پنهنجي دنيا ۽ آخرت سنواريائين.

**٣- فارس جو بادشاهه:** موجوده ايران هڪ قديم ملڪ آهي. ان جو پراڻو نالو "فارس" آهي. اتان جي بادشاهه کي "ڪسرىٰ" چئبو هو. فارس اُن وقت هڪ وڏو فوجي طاقتور ملڪ هو ۽ ان وقت جي سپرپاور جي حيثيت رکندڙ هو. نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن خطن موڪلڻ جو سلسلو شروع ڪيو ته ان وقت فارس تي "خسرو پرويز" بادشاهت ڪري رهيو هو.

نبي ڪريم ﷺ حضرت عبدالله بن حذافه رضي الله عنه کي پنهنجو خط مبارڪ ڏئي موڪليو. جڏهن خسرو پرويز کي خط پڙهي ٻُڌايو ويو ته نبي ڪريم ﷺ جي خط مبارڪ کي ڪاوڙ ۾ ڦاڙي ڇڏيائين ۽ چيائين ته "منهنجي رَعيّت مان هوندي پنهنجو نالو منهنجي نالي جي مٿان لکيو اٿائين ۽ مون کي اهڙي طرح پيو لکي". جڏهن حضور ﷺ کي فارس (ايران) جي بادشاهه جي ان گستاخيءَ جي خبر پئي ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو: "الله تعالىٰ شال سندس بادشاهت کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري". نبي ڪريم ﷺ جن جو فرمان مبارڪ صحيح ثابت ٿيو ۽ ١٠ جمادي الاول سنه ٧ هه ۾ بادشاهه کي پنهنجي ئي پُٽ شيرويه بَغاوت ڪندي قتل ڪري، ڇڏيو ۽ پاڻ بادشاهه بڻجي ويو. ايستائين جو بعد ۾ حضرت عمر رضي الله عنه جي دور ۾ فارس (ايران) کي مڪمل طور تي فتح ڪرڻ کان پوءِ اسلامي سلطنت ۾ شامل ڪيو ويو.

**٤- مِصر جو بادشاهه مقَوقس:** نبي ڪريم ﷺ مصر جي بادشاهه "مقوقس" کي پڻ اسلام جي دعوت جو خط مبارڪ حضرت حاطب بن ابي بلتعه رضي الله عنه جي ذريعي موڪليو. مُقَوقس پاڻ سڳورن جي خط مبارڪ جو تمام گهڻو احترام ڪيو ۽ مؤدبانه جواب پڻ لکيو، پر اسلام نه آنديائين. هن پاڻ سڳورن جي لاءِ نهايت قيمتي سوکڙيون جن ۾ هڪ عدد اڇو خچر، هڪ حبشي غلام ۽ ٻه ٻانهيون پڻ موڪليون. هڪ جو نالو 'ماريه' ۽ ٻيءَ جو نالو 'سيرين' هو. اهي ٻئي سڳيون ڀينر هيون. انهن ٻنهي ٻانهين مان هڪ بيبي ماريه قبطيه رضي الله عنها نبي ڪريم ﷺ جن جي حرم ۾ آئي ۽ "اُمُّ المؤمنين" بڻي، جن مان حضور ﷺ جن کي "ابراهيم" نالي پُٽ پيدا ٿيو. جڏهن ته سيرين حضرت حسان بن ثابت انصاري رضي الله عنه جي گهر آئي.

**٥- روم جو بادشاهه قيصر:** روم يورپ ۾ آهي. اهو به فارس (ايران) وانگر پنهنجي وقت جو عظيم ملڪ ۽ سپر پاور ملڪ هو. روم جي بادشاهن کي ان وقت "قيصر" چئبو هو. نبي ڪريم ﷺ جي وقت روم

جو بادشاهه قيصر ”هرقل“ هو. هرقل تائين اسلام جي دعوت پهچائڻ لاءِ نبي ڪريم ﷺ جو ايلچي حضرت دِحيَه الڪلبي رضي الله عنه بڻيو.

حضور ﷺ جن جي طرفان روم جي بادشاهه هرقل ڏانهن موڪليل خط جو عڪس

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

مِنۡ مُحَمَّدٍ عَبۡدِ اللّٰهِ وَ رَسُوۡلِهٖ. اِلٰى هِرَقۡلَ عَظِيۡمِ الرُّوۡمِ سَلَامٌ عَلٰى مَنِ اتَّبَعَ الۡهُدٰى. اَمَّابَعۡدُ: فَاِنِّیۡ اَدۡعُوۡكَ بِدِعَايَةِ الۡاِسۡلَامِ اَسۡلِمۡ تَسۡلَمۡ يُؤۡتِكَ اللّٰهُ اَجۡرَكَ مَرَّتَيۡنِ فَاِنۡ تَوَلَّيۡتَ فَاِنَّ عَلَيۡكَ اِثۡمَ الۡاَرِيۡسِيِّيۡنَ وَ يَآاَهۡلَ الۡكِتَابِ تَعَالَوۡا اِلٰى كَلِمَةٍ سَوَآءٍ بَيۡنَنَا وَ بَيۡنَكُمۡ اَلَّا نَعۡبُدَ اِلَّا اللّٰهَ وَلَا نُشۡرِكَ بِهٖ شَيۡئًا وَّلَا يَتَّخِذَ بَعۡضُنَا بَعۡضًا اَرۡبَابًا مِّنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ فَاِنۡ تَوَلَّوۡا فَقُوۡلُوا اشۡهَدُوۡا بِاَنَّا مُسۡلِمُوۡنَ

قيصر روم هرقل ڏانهن موڪليل خط مبارڪ جي موجوده لکٽي

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محمّد جي طرفان، جيڪو الله جو ٻانهو ۽ رسول آهي. هي خط هرقل جي نالي آهي، جيڪو روم جو رئيس اعظم آهي. اُن تي سلامتي هجي، جيڪو هدايت جي واٽ وٺي. امابعد! آءٌ توکي اسلام جي دعوت ڏانهن سڏيان ٿو. اسلام آڻ ته سلامت رهندين. الله تعالىٰ توکي ٻيڻو اجر ڏيندو ۽ جيڪڏهن تو نه مڃيو ته ملڪ وارن جو گناهه تنهنجي مٿان هوندو. اي اهل ڪتاب! هڪ اهڙي ڳالهه ڏانهن اچو، جيڪا اسان ۽ توهان جي وچ ۾ برابر آهي، اها هيءَ ته اسين الله کان سواءِ ڪنهن کي نه پوڄيون ۽ اسان مان ڪو ڪنهن کي (الله کي ڇڏي) خدا نه بڻائي ۽ جيڪڏهن توهان نٽا مڃيو ته شاهد رهجو ته اسين مڃيون ٿا.

قيصر روم هرقل ڏانهن موڪليل خط مبارڪ جو ترجمو

حضرت دِحيه الڪلبي ﷛ بُصرىٰ جي بادشاھ ذريعي هرقل کي نبي ڪريم ﷺ جو خط مبارڪ موڪليو. هرقل کي جڏهن اهي خط مليو تہ هو ان وقت بيت المقدس ۾ موجود هو. هن حضرت دِحيَہ الڪلبي ﷛ کي سڏرايو ۽ اسلام بابت ڪجهہ معلومات ورتائين ۽ ڪجهہ سوال پڻ پڇيائين. هرقل حڪم ڏنو تہ جيڪڏهن ڪو عرب جو رهاڪو هجي تہ ان کي حاضر ڪيو وڃي. ان وقت حضرت ابوسفيان (﷛) جنهن اُن وقت تائين اسلام قبول نہ ڪيو هو، واپار جي سلسلي ۾ هڪ قافلي وارن سان اتي موجود هو. حضرت ابوسفيان (﷛) ۽ ان جي ساٿين کي هرقل جي دربار ۾ آندو ويو. هرقل ڪانئس اسلام ۽ نبي ڪريم ﷺ بابت ڪجهہ سوال پڇيا. حضرت ابوسفيان ﷛ جيڪا حقيقت هئي اها صحيح طور بيان ڪئي ۽ نبي ڪريم ﷺ جي ڪردار جي تعريف ڪئي. هرقل جواب ۾ چيو تہ ” جيڪو ڪجهہ تو ٻُڌايو آهي، جيڪڏهن اهو صحيح آهي تہ تمام جلدي منهنجي هن بادشاهيءَ تي ان جو قبضو ٿي ويندو. جيڪڏهن آءٌ عرب ۾ هجان ها تہ ان شخص جا پير ڌوئان ها.

هرقل حضرت دِحيه الڪلبي ﷛ جي ڏاڍي عزت ڪئي ۽ ڪجهہ سوکڙيون ڏئي کيس روانو ڪيو. عيسائين جي ڊپ ۽ حڪومت جي کسجڻ جي ڊپ کان اسلام قبول ڪرڻ جي سعادت کان محروم رهيو.

ان کان سواءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن يمامه جي بادشاھ هوذه بن علي کي پڻ پنهنجو خط مبارڪ حضرت سليط بن عمرو العامري ﷛ ذريعي موڪليو هو.

ان مان اسان کي هي سبق مليو تہ حضور ڪريم ﷺ جي سيرت طَيِّبه جي روشنيءَ ۾ اسلام جي دين جي ڦهلاءَ لاءِ اسان بہ ٻين کي زباني دعوت ڏيڻ سان گڏوگڏ خطن ذريعي اسلام جي دعوت ۽ تبليغ ذريعي ڪوشش ڪري ٻنهي جهانن جي ڪاميابي ماڻيون.

- اسان جي پياري نبي ڪريم ﷺ صُلح حُديبيه کان پوءِ اسلام جو پيغام ٻين ملڪن تائين پهچائڻ جو ارادو فرمايو.
- جن بادشاهن وٽ خط موڪليا ويا، انهن مان ڪجهہ جا نالا هي آهن: حبشه جو بادشاھ، بحرين جو بادشاھ، فارس (ايران) جو بادشاھ، مصر جو بادشاھ ۽ قيصر روم جو بادشاھ.

- نجاشي حضور ﷺ جن جي خط مبارڪ کي پڙهي احترامًا اُٿي بيٺو ۽ خط مبارڪ کي چميو ۽ ايمان آندائين.
- بحرين جو بادشاهه مُنذر بن ساويٰ خط مبارڪ پڙهي ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ ايمان جي دولت سان مالامال ٿيو.
- مصر جو بادشاهه مقوقس خط مبارڪ جو نهايت احترام ڪيو ۽ حضور ﷺ جن وٽ قيمتي سوکڙيون موڪليائين، پر ايمان نه آندائين.
- فارس (ايران) جي بادشاهه خط مبارڪ کي ڦاڙي ڇڏيو.
- قيصر روم جو بادشاهه هرقل کي جڏهن خط مبارڪ مليو ته حضور ﷺ بابت حضرت ابوسفيان ( رضي الله تعالى عنه ) کان ڪجهه سوال ڪيائين ته ڪيس اسلام جي ڳالهين بابت يقين ٿي پيو، پر هن ايمان نه آندو.
- خطن جي ذريعي اسلام جي دعوت جي ڪوشش ڪرڻ.

شاگرد ۽ شاگردياڻيون بادشاهن ۽ انهن ڏانهن خط ڪٽي ويندڙ صحابن سڳورن ﷺ جي نالن جو چارٽ ٺاهين.

# مشق

## ا. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

ا- حضور ﷺ جن ملڪن جي بادشاهن کي خط لکيا، انهن مان ٽن بادشاهن جا نالا لکو.

٢- حبشه جي بادشاهه حضور ﷺ جي خط تي ڪهڙو اظهار ڪيو؟

٣- نبي پاڪ ﷺ جي خط مبارڪ جي جواب ۾ خسرو پرويز جا ڇيو ۽ سندس انجام ڪهڙو ٿيو؟

٤- ڪهڙن ملڪن جي بادشاهن خط مبارڪ پڙهي اسلام قبول ڪيو؟

٥- مصر جي بادشاهه حضور ڪريم ﷺ جن لاءِ ڪهڙيون سوکڙيون موڪليون؟

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- بادشاهن وٽ خطن لکڻ جو سلسلو شروع ٿيو:

(الف) سنه ٥ هه جي آخر ۾ (ب) سنه ٦ هه جي آخر ۾

(ج) سنه ٨ هه جي آخر ۾ (د) سنه ٩ هه جي آخر ۾

٢- خسرو پرويز کي قتل ڪيو:

(الف) سندس زال (ب) سندس وزير

(ج) سندس پُٽ (د) سندس پياءُ

٣- حبشه جي دربار ۾ حضور ﷺ جن ايلچي بڻائي موڪليو:

(الف) حضرت دِحيه الڪلبي رضي الله عنه کي (ب) حضرت علاء بن الحضرمي رضي الله عنه کي

(ج) حضرت عمرو بن اُميه رضي الله عنه کي (د) حضرت حاطب بن ابي بلتعه رضي الله عنه کي

٤- هرقل بادشاهه هو:

(الف) مصر جو (ب) فارس جو

(ج) روم جو (د) عراق جو

٥- حضرت عمرو بن اُميه رضي الله عنه کي خط ڏئي موڪليو ويو:

(الف) بحرين جي بادشاهه ڏانهن (ب) مصر جي بادشاهه ڏانهن

(ج) فارس جي بادشاهه ڏانهن (د) حبشه جي بادشاهه ڏانهن

## ٣. خال ڀريو:

(١) حبشه جي بادشاهه کي ________ چئبو هو.

(٢) بحرين ________ ۾ هڪ ننڍي رياست هئي.

(٣) فارس جي بادشاهه کي ________ کي چئبو هو.

(٤) نبي ڪريم ﷺ مصر جي بادشاهه مقوقس کي ________ جي ذريعي خط مبارڪ موڪليو.

(٥) روم جي بادشاهن کي اُن وقت ________ چئبو هو.

۴.  ڪالم ١ - جي لفظن کي ڪالم ٢ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم - ١ | ڪالم - ٢ |
| --- | --- |
| ١- حبشه جي بادشاهه کي | فارس هو. |
| ٢- ايران جو پراڻو نالو | قتل ڪيو ويو. |
| ٣- خسرو پرويز کي | نجاشي چئبو هو. |
| ۴- حبشه جو موجوده نالو | بحرين ملڪ جو بادشاهه هو. |
| ۵- مُنذر بن ساويٰ | ايٿوپيا آهي. |

استادن لاءِ هدايتون
- حضور ﷺ جن، جن ملڪن جي بادشاهن ڏانهن خط لکيا، انهن ملڪن کي نقشي ۾ ڳولي شاگردن ۽ شاگردياڻين جي سامهون واضح ڪريو.
- استاد صاحبَ شاگردن ۽ شاگردياڻين کان دين جي دعوت بابت خط تيار ڪرائين.

حضور ﷺ جن جي مُهر مبارڪ جو عڪس، جيڪا پاڻ سڳورا ﷺ اسلامي دعوت ۽ تبليغ جي سلسلي ۾ مختلف بادشاهن ڏانهن خط مبارڪ موڪلڻ وقت لڳائيندا هئا.

# ٣- غزوهٔ خيبر

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- غزوه خيبر جي پس منظر کان واقف ٿي وضاحت ڪري سگهندا.
- غزوه خيبر جي واقعن ۽ نتيجن کي جاڻي، ٻڌائي سگهندا.
- حضرت علي ﷛ جي بهادري ۽ غزوهٔ خيبر جي فتح جا تفصيل سمجهي بيان ڪري سگهندا.
- سيرت طَيّبه جي روشنيءَ ۾ غزوه خيبر جي واقعن مان سبق سکي، دين جي سربلنديءَ لاءِ ڪوشش ڪري سگهندا.

**پسمنظر:** خيبر جي بستي مديني مُنوّره جي اُتر ۾ تقريبًا ١٢٥ ميل (٢٠٠ ڪلوميٽر) جي فاصلي تي هئي. نهايت ئي سرسبز ۽ شاداب علائقو هو. ڪافي حصو کجيءَ جي باغن تي مشتمل هو. هن بستيءَ ۾ يهودي آباد هئا. اهي هميشه اسلام دشمني ۽ سازشن ۾ رُڌل رهندا هئا. يهودي اسلام کي ڪمزور ڪرڻ ۽ نقصان پهچائڻ جو ڪو به موقعو هٿان مان وڃائڻ نه ڏيندا هئا.

**يهودين ۽ بنوغطفان قبيلي جي اسلام دشمني:** مديني منوره ۾ يهودين جو هڪ قبيلو ”بنونُضير“ آباد هو، جيڪو هر ڏينهن اسلام جي خلاف سازشون ڪندو رهندو هو. نبي ڪريم ﷺ جن بنونضير قبيلي کي اسلام مخالف سازشن جي ڪري مديني منوره مان ڪڍي ڇڏيو ته ان قبيلي پڻ خيبر ۾ وڃي پناهه ورتي ۽ ان کي پنهنجو مرڪز بڻايو.

خيبر جي ويجهو ئي هڪ ٻيو قبيلو ”بَنوغَطفان“ آباد هو. اهو قبيلو پڻ اسلام دشمنيءَ ۾ اڳرو رهندو هو. اسلام دشمنيءَ ۾ هي ٻه يهودين جو ساٿاري بڻجي پيو. اهي قبيلا اسلام دشمنيءَ تي متحد ٿي اسلام جي خلاف سازشن ۾ مصروف ٿي پيا. وٽن مضبوط قلعا، بيشمار جنگي ساز و سامان ۽ گهڻي مقدار ۾ کاڌي پيتي جا ذخيرا هئا. نبي ڪريم ﷺ جن کي جڏهن يهودين جي انهن ارادن جي خبر پئي ته پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي مشهور صحابي حضرت عبدالله بن رواحه رضي الله عنه کي ڳجهي نموني تحقيق ڪرڻ لاءِ خيبر موڪليو. حضرت عبدالله بن رواحه رضي الله عنه ڳجهي نموني سان خبرون گڏ ڪيون ۽ انهن سازشن جي تصديق ڪئي.

## واقعا:

- **حضور ﷺ جي خيبر ڏانهن روانگي:** جڏهن حضور ﷺ کي يهودين جي سازشن جي پَڪَ ٿي ته پاڻ سڳورن ﷺ سازشن جي خاتمي جو پڪو پَهُه ڪيو آهي. پاڻ سڳورن ﷺ حُديبيه جو معاهدو ڪرڻ کان پوءِ جڏهن واپس مديني طَيِّبه آيا ته ذي الحج جو پورو مهينو ۽ محرم سنه ٧هه جي ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ئي پاڻ سڳورن ﷺ خيبر وارن لاءِ جهاد جو اعلان فرمايو ۽ اهو پڻ فرمايائون ته جيڪي صحابه سڳورا رضي الله عنهم صُلح حُديبيه ۾ مون سان گڏ هئا، اهي هن جهاد ۾ شريڪ ٿين. انهيءَ ڪري محرم سنه ٧هه ۾ پاڻ سڳورا ﷺ غزوه خيبر لاءِ روانا ٿيا. پاڻ سڳورن ﷺ سان ١٢٠٠ پيادا ۽ ٢٠٠ سوارن جا دستا گڏ هئا. هن غزوه ۾ اهي صحابه سڳورا رضي الله عنهم به شامل هئا، جن مڪي دور ۾ حبشه ڏانهن هجرت ڪئي هئي. هن غزوه ۾ اُمُّ المؤمنين اُمِّ سلمه ۽ ٻيون ڪيتريون ئي عورتون به شريڪ هيون.

- رئيس المنافقين عبداللّٰه بن اُبيّ بن سلول مسلمانن جي خلاف جاسوسي ڪندي يهودين کي پنهنجن مُخبرن ذريعي چورائي موڪليو ته حضرت محمد (ﷺ) توهان سان جنگ ڪرڻ لاءِ اچي رهيو آهي. نه ته انهن جو تعداد وڏيڪ آهي ۽ نه ئي انهن وٽ جنگي سامان ۽ هٿيار وڏيڪ آهن، انهيءَ ڪري ڪين ڇيپياٽي ڇڏيو ۽ انهن کي ختم ڪريو.
- **حضور ﷺ جن جي حڪمت عملي:** نبي ڪريم ﷺ پنهنجي لشڪر سان گڏ مديني منوره مان نڪري ان جاءِ تي پهتا، جتي بنوغطفان جو قبيلو آباد هو . پاڻ سڳورن ﷺ حڪمت عملي اپنائيندي ٿورو اڳتي وڏي وجي ”وادي رجيع“ ۾ ترسيا. فوجي نقطه نظر سان هيءُ علائقو اهڙو هو، جو بنوغطفان ۽ خيبر جي وچ ۾ هو، انهيءَ ڪري پاڻ سڳورن ﷺ جن يهودين جي لاءِ وڏيڪ تازي ايندڙ مدد جو رستو بند ڪري ڇڏيو. جڏهن ته ان وقت بنوغطفان جا ڏهه هزار ماڻهو يهودين جي مدد لاءِ تيار ويٺا هئا.

**خيبر تي ڪاهه:** رات جي وقت اسلامي لشڪر خيبر جي هنڌ تي پهتو. ان وقت خيبر وارا اگهور ننڊ ۾ ستا پيا هئا. جڏهن صبح جو جاڳيا ۽ پنهنجي ٻاري لاءِ نڪتا ته اوچتو هر طرف کان اسلامي لشڪر کي ڏسي، ڊپ ۾ شهر ڏانهن ڊوڙڻ لڳا ۽ چيائون ته محمد (ﷺ) پنهنجي لشڪر سميت اچي چڪو آهي. ڊوڙندي پنهنجن قلعن ۾ پناهه ورتائون . يهودين جا ڪل آ ٺ قلعا هئا، جن مان هڪ قلعو ”ناعم“ پڻ هو، جنهن ۾ يهودين ڪاڌي پيتي جو سامان گڏ ڪري رکيو هو. مسلمانن اڳ ۾ ان قلعي تي حملو ڪيو. اللّٰه تعاليٰ جي مدد سان ناعم قلعو سولائيءَ سان فتح ٿيو. ان کان پوءِ ٻيا ننڍا وڏا قلعا فتح ٿيندا ويا.

**حضرت علي رضي اللّٰه تعاليٰ عنه جي بهادري:**

يهودين جو سڀ کان مضبوط ۽ وڏو قلعو ”قموص“ هو، جنهن ۾ بهادر ۽ دلير پهلوان ۽ وڏا وڏا سردار رهندا هئا. مسلمانن ڪيترائي ڀيرا ان قلعي تي ڪاهه ڪئي، پر ڪامياب نه ٿي سگهيا. يهودين جو مشهور پهلوان ”مَرحَب“ هن قلعي جي حفاظت تي مقرر هو. حضور ﷺ جن فرمايو ته ”آءٌ سڀاڻي جهنڊو اهڙي شخص کي

خيبر جو قلعو ”قموص“

ڏيندس، جيڪو الله تعاليٰ ۽ سندس رسول ﷺ سان محبت ڪري ٿو ۽ جنهن سان الله تعاليٰ ۽ سندس رسول پڻ محبت ڪن ٿا“. صبح ٿيڻ کان پوءِ صحابه سڳورا رضي الله عنهم حضور ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿيا. هر ڪنهن جي اها خواهش هئي ته جهنڊو کيس ملي. حضور ﷺ جن حضرت علي رضي الله عنه کي گهرايو. ان وقت سندن اکيون اُٿي پيون هيون. پاڻ سڳورن پنهنجو لُعاب مبارڪ حضرت علي رضي الله عنه جي اکين ۾ وڌو ته سندن اکيون هڪدم ٺيڪ ٿي ويون. پوءِ حضور ﷺ جن حضرت علي رضي الله عنه کي جهنڊو ڏئي مرحب جي مقابلي لاءِ موڪليو. اسلامي روايت موجب حضرت علي رضي الله عنه مرحب کي اڳ ۾ اسلام جي دعوت ڏني، جنهن کي مرحب وڏي هَٺَ سان ٺُڪرائي هي شعر پڙهندو اڳتي وڌيو:

قَدْ عَلِمَتْ خَيْبَرُ أَنِّي مَرْحَبٌ　　　شَاكِي السِّلاَحِ بَطَلٌ مُجَرَّبٌ

إِذَا اللُّيُوثُ أَقْبَلَتْ تَلَهَّبُ

”خيبر کي خبر آهي ته آءٌ مرحب آهيان، هٿيار پهريل، بهادر ۽ تجربيڪار. جڏهن شينهن گجگوڙ جي حالت ۾ ايندا آهن“.

حضرت علي رضي الله عنه مرحب جي مقابلي ۾ هي شعر پڙهندي اڳتي وڌيا:

أَنَا الَّذِي سَمَّتْنِي أُمِّي حَيْدَرَهْ　　　كَلَيْثِ غَابَاتٍ كَرِيهِ الْمَنْظَرَهْ

أُوفِيهِمْ بِالصَّاعِ كَيْلَ السَّنْدَرَهْ

”آءٌ اهو شخص آهيان، جو منهنجي ماءُ منهنجو نالو حيدر (شينهن) رکيو اهي، جهنگ جي شينهن وانگر خوفناڪ، آءٌ انهن کي صاع جي بدران نيزي جي اَٽيءَ تي پورو ڪندس“.

پوءِ جلدي حضرت علي رضي الله عنه مرحب جي مٿي تي تلوار جو اهڙو ته زوردار ڌڪ هنيو جو هو اتي ئي مري ويو. سندس قتل ٿيندي ئي يهودين جا حوصلا ختم ٿي ويا، پر ان جي باوجود اهي مختلف قلعن ۾ بند ٿي مسلمانن سان مقابلو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا، پر مسلمان هر هنڌ کين شڪست ڏيندا رهيا.

حضور ﷺ ڪَتِيبه علائقي جو پڻ گهيرو ڪيو. ١٤ ڏينهن جي گهيري کان پوءِ دشمن بيوس ٿي پيو.

**نتيجا:** غزوهٔ خيبر مان هي نتيجا حاصل ٿيا:

- يهودين پنهنجا باغ، زمين ۽ سموري ملڪيت ڇڏي، پنهنجن ٻارن ٻچن سميت خيبر ڇڏي وڃڻ جو فيصلو ڪيو.
- مسلمانن کي تمام گهڻو غنيمت جو مال هٿ آيو. جنهن مان اڌ غنيمت جو مال مسلمانن ۾ برابر ورهايو ويو ۽ اڌ سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪرايو ويو.
- غنيمت جو مال ورهائڻ کان پوءِ صحابي سڳورا رضي الله عنهم خوشحال ٿي پيا.
- يهودين رسول الله ﷺ کي درخواست ڪئي ته پاڻ سڳورا ﷺ اسان کي پنهنجي علائقي ۾ رهڻ ڏين. اسين زمينن، باغن ۽ ٻنين جو ڪم ڪنداسين ۽ انهن جي سار سنڀال ڪنداسين. رسول الله ﷺ جن يهودين جي اها درخواست منظور فرمائي ۽ اهو فيصلو فرمايائون ته ٻنين ۽ ميون جي اڌ اُپت يهودين کي ملندي.
- غزوه خيبر ۾ ڪل ٩٣ يهودي هلاڪ ٿيا، جڏهن ته ڪجهه مسلمان شهيد ٿيا.
- غزوه خيبر کان پوءِ اسلام اجا وڌيڪ تيزيءَ سان پکڙڻ لڳو ۽ ماڻهو ٽولن جا ٽولا اسلام ۾ داخل ٿيڻ لڳا.

غزوه خيبر مان اسان کي هي سبق ملي ٿو ته الله تعالىٰ ۽ ان جي رسول ﷺ جي خلاف بغاوت ڪرڻ ۽ انهن جي خلاف سازشن ۾ مصروف رهڻ دنيا ۽ آخرت ۾ خواري ۽ ذلت جو سبب بڻبو آهي. چاڪاڻ ته عزت ۽ غلبو الله تعالىٰ ۽ ان جي رسول لاءِ ئي آهي. انهيءَ ڪري اسان کي گهرجي ته اسين هر وقت الله تعالىٰ ۽ سندس رسول الله ﷺ جي تابعداري، دين جي سربلندي ۽ سندن راضپو حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪريون، ته جيئن ٻنهي جهانن ۾ ڪاميابي ماڻي سگهون.

- خيبر هڪ بستيءَ جو نالو آهي، جيڪا مديني جي اتر ۾ ٢٠٠ ڪلوميٽر جي فاصلي تي آهي.
- خيبر ۾ يهودي آباد هئا. اهي هميشه اسلام دشمني ۽ سازشن ۾ رُڌل هوندا هئا.
- مديني جي ويجهو قبيلو غطفان آباد هو. اهو پڻ اسلامي دشمنيءَ ۾ اڳرو هو.
- خيبر ۾ يهودين وٽ مضبوط قلعا، بيشمار جنگي ساز سامان ۽ گهڻي مقدار ۾ ڪاڌي پيتي جا ذخيرا موجود هئا.

- حضور ﷺ يهودين جي ارادن کان آگاهه ٿيڻ کان پوءِ ڳجهي نموني سان مشهور صحابي حضرت عبدالله بن رَواحه رضي الله تعالیٰ عنه کي تحقيق ڪرڻ لاءِ خيبر موڪليو.
- صُلح حُديبيه کي ڪجهه ڏينهن گذرڻ کان پوءِ حضور ﷺ خيبر وارن جي خلاف جهاد ڪرڻ جو اعلان فرمايو. پاڻ سڳورن صحابن سڳورن رضي الله عنهم سان گڏ محرم سنه ٧هه ۾ غزوه خيبر لاءِ روانا ٿيا.
- يهودين جا ٨ قلعا هئا. مسلمانن اڳ ۾ ”ناعم“ قلعي تي حملو ڪيو، جيڪو سولائيءَ سان فتح ٿي ويو. ان کان پوءِ ننڍا وڏا قلعا فتح ٿيندا ويا.
- يهودين جو سڀ کان وڏو قلعو ”قموص“ هو، جيڪو سولائيءَ سان فتح نه پيو ٿئي. رسول الله ﷺ حضرت علي رضي الله تعالیٰ عنه کي اتي مقابلي لاءِ موڪليو. حضرت علي رضي الله تعالیٰ عنه يهودين جي بهادر پهلوان مرحب سان مقابلو ڪيو ۽ کيس قتل ڪري ڇڏيو. مرحب جي قتل ٿيڻ سان اهو قلعو پڻ فتح ٿيو.
- غزوه خيبر ۾ ٩٣ يهودي هلاڪ ٿيا، جڏهن ته ڪجهه مسلمان شهيد ٿيا.

| شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي | غزوه خيبر ۾ حضرت علي رضي الله تعالیٰ عنه مرحب جي سامهون جيڪو شعر پڙهيو هو، اهو ترجمي سان پنهنجي ڪاپين ۾ لکو. |
|---|---|

# مشق

## ا. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- قبيله بنونضير خيبر کي پنهنجو مرڪز ڇو بڻايو هو؟
٢- حضور ﷺ خيبر جي يهودين خلاف جهاد جو اعلان ڇا ڪاڻ فرمايو؟
٣- يهودين جو سڀ کان وڏو ۽ مضبوط قلعو ڪهڙو هو؟
٤- حضرت علي رضي الله تعالیٰ عنه ۽ مرحب جي وچ ۾ ڪهڙن شعرن جي ڏي وٺ ٿي؟
٥- غزوهٔ خيبر مان اسان کي ڪهڙو سبق حاصل ٿيو؟

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

ا- خيبر مديني جي ڏکڻ ۾ آهي:

(الف) ٢٠٠ ڪلوميٽر جي فاصلي تي
(ب) ٣٠٠ ڪلوميٽر جي فاصلي تي
(ج) ٤٠٠ ڪلوميٽر جي فاصلي تي
(د) ٥٠٠ ڪلوميٽر جي فاصلي تي

٢- حضور ﷺ جنهن واديءَ ۾ ترسيا، اُها هئي:

(الف) وادي طائف
(ب) وادي رجيع
(ج) وادي بطحاء
(د) وادي عسفان

٣- حُديبيه کان واپسيءَ دوران حضور ﷺ جن مديني ۾ ترسيا:

(الف) ١٠ ڏينهن
(ب) ١٢ ڏينهن
(ج) ١٥ ڏينهن
(د) ذوالحج جو پورو مهينو ۽ محرم جا ڪجهه ڏينهن

٤- غزوه خيبر ۾ حضرت علي رضي الله عنه جون اکيون اُٿيون ته حضور ﷺ جن سندن اکين ۾:

(الف) پاڻي وڌو
(ب) پنهنجو لُعاب مبارڪ وڌو
(ج) ماکي وڌي
(د) سُرمو وڌو

## ٣. خال ڀريو:

(١) غزوه خيبر ۾ سڀ کان پهريان ________ قلعي تي حملو ڪيو ويو.

(٢) حضور ﷺ غزوه خيبر لاءِ محرم ________ ۾ روانا ٿيا.

(٣) يهودين جا ڪل ________ قلعا هئا.

(٤) عبدالله بن اُبيّ کي ________ چئبو آهي.

(٥) خيبر جي ويجهو هڪ ٻيو قبيلو ________ آباد هو.

### ۴. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- خيبرجا يهودي هميشه اسلام دشمني ۽ سازشن ۾ رُڌل هوندا هئا. | | |
| ٢- قبيلو "بَنو غَطفان" مسلمانن جو حَليف هو. | | |
| ٣- حضور ﷺ خيبر وارن جي خلاف جهاد جو اعلان فرمايو. | | |
| ۴- غزوهٔ خيبر ۾ حضرت علي رضي الله عنه مرحب کي قتل ڪيو. | | |
| ۵- غزوهٔ خيبر ۾ ٩٣ مسلمان شهيد ٿيا. | | |

### ۵. ڪالم ١ - جي لفظن کي ڪالم ٢ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم - ١ | ڪالم - ٢ |
|---|---|
| ١- خيبر جي ويجهو هڪ ٻيو قبيلو | ٩٣ يهودي هلاڪ ٿيا. |
| ٢- يهودين جو سڀ کان مضبوط | بنوغطفان پڻ آباد هو |
| ٣- حضور ﷺ جن ڪَتِيبه | مرحب سان مقابلو ڪري، کيس قتل ڪيو. |
| ۴- غزوه خيبر ۾ ڪل | ۽ وڏو قلعو "قَمُوص" هو. |
| ۵- حضرت علي رضي الله عنه يهودين جي بهادر پهلوان | علائقي جو پڻ گهيرو ڪيو. |

استادن لاءِ هدايتون
استاد صاحبَ قَموص قلعي جي فتح بابت شاگردن ۽ شاگردياڻين کي وڌيڪ تفصيل بابت آگاهه ڪن.

# آخلاقَ ۽ ادبَ

دين اسلام ۾ عقيدن ۽ عبادتن کان پوءِ اخلاقَ ۽ ادبن جي وڏي اهميت آهي.

**آخلاقَ** ”خُلُق“ جو جمع آهي. ”خُلق“ انهن عادتن کي چئبو آهي، جيڪي مضبوط ۽ پڪيون هجن. اهي سُٺيون به ٿي سگهن ٿيون ۽ خراب به. سُٺين عادتن کي ”آخلاقِ حَسَنَه“ ۽ خراب عادتن کي ”آخلاقِ سَيِّئه“ چئبو آهي.

”آخلاق“ مان مراد اُهي سکيا آهي، جن جو تعلق پنهنجي ذات کي سڌارڻ ۽ پاڪ صاف ڪرڻ سان هجي. مثال طور طهارت ۽ پاڪيزگي، صداقت ۽ امانت جون خوبيون. اهڙيءَ طرح اها سکيا، جن جو تعلق ٻانهن جي حقن ۽ فرضن سان هجي. مثال طور والدين، اولاد، استادن ۽ پاڙيسرين جا حق.

**ادب** جي معنيٰ آهي عمده تربيت، رنگ ڍنگ، ڪنهن ڪم ڪرڻ جو طريقو. ”ادب“ مان مراد اهي ڳالهيون ۽ ڪم آهن، جيڪي سٺا ۽ ساراهه جوڳا هجن. مثال طور رهڻي ڪهڻي، کاڌي پيتي، اُٿڻ ويهڻ، سلام ۽ گفتگوءَ جا ادب وغيره.

دنيا جي سڀني مذهبن ۾ اخلاق کي مذهب جو بنياد چيو ويو آهي. اسلام اخلاق حَسنه کي پنهنجي سکيا ۾ تمام گهڻي اهميت ڏني آهي. حضرت آدم عَلَيۡهِ السَّلَامُ کان، الله تعالىٰ جي آخري نبي حضرت محمد ﷺ تائين سمورن نبين سڳورن عَلَيۡهِمُ السَّلَامُ سُٺن اخلاقن جي سکيا ڏني آهي ۽ پنهنجي امت کي خراب اخلاقن کان بچائڻ ۽ محفوظ رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هڪ حديث ۾ حضور ﷺ پنهنجي بعثت جو مقصد اخلاق کي سنوارڻ ٻڌائيندي، فرمايو آهي:

بُعِثْتُ لِاُتَمِّمَ مَكَارِمَ الْاَخْلَاقِ

”آءٌ سُٺن اخلاقن جي تڪميل لاءِ موڪليو ويو آهيان“.

# مقصد

اخلاق ۽ ادبَ جي باب ۾ طهارت ۽ پاڪيزگي، صداقت، امانت، احسان، ملڪ ۽ مِلّت لاءِ ايثار جو جذبو، والدين، اولاد، استادن ۽ پاڙيسرين جا حق (حقوق العباد) جي سڪيا جا سبق شامل ڪيا ويا آهن. هي اهي سبقَ آهن، جن جو تعلق اَخلاقِ حَسنه، اوصافِ محمودہ، سُٺين صفتن ۽ ادبن سان آهي، تہ جيئن شاگرد ۽ شاگردياڻيون انهن کان واقف ٿي قرآن مجيد ۽ سُنّت نبوي جي روشنيءَ ۾ انهن تي عمل ڪن ۽ سماجي زندگيءَ ۾ سچا ۽ بااخلاق مسلمان بڻجڻ جي ڪوشش ڪن ۽ حقوق العباد جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ انهن جا حق پورا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهن تہ جيئن سماجي زندگيءَ ۾ سڀ ماڻهو عزت، سڪون ۽ خوشحال زندگي گذاري سگهن.

ڪراچي يونيورسٽي: سنڌ جي مشهور تعليمي درسگاهہ-

# ا- طھارت ۽ پاڪيزگي

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق بڻجندا تہ اُهي:

- طھارت ۽ پاڪيزگيءَ جي معنىٰ، مفھوم ۽ اهميت کان واقف ٿي، تفصيل سان بيان ڪري سگھندا.
- پاڪ صاف رهڻ جي فائدن کان آگاهہ ٿي، پاڻ پاڪ ۽ صاف رهڻ جي ڪوشش ڪندا.
- طھارت ۽ پاڪيزگيءَ تي عمل ڪندي سماجي زندگيءَ ۾ پاڪيزه مسلمان بڻجڻ جي ڪوشش ڪندا.
- ماحول جي گدلاڻ کان بچڻ جي ڪوشش ڪري سگھندا.

**طھارت جي معنىٰ ۽ مفھوم:** طھارت جي معنىٰ آهي پليدي، ميرو ۽ گندگيءَ کان پاڪ ٿيڻ. هي لفظ لغوي معنىٰ جي اعتبار سان عام آهي. هر قسم جي پاڪائي لاءِ "طھارت" جو لفظ استعمال ٿئي ٿو. عربيءَ ۾ "طھارت" جي مقابلي ۾ "نجاست" جو لفظ استعمال ٿيندو آهي، جنھن جي معنىٰ آهي پليدي، گندگي. طھارت مان هر قسم جي پاڪيزگي مراد آهي. جسم، لباس، ڳالهہ ٻولهہ، سوچ، خيال ۽ چوڌاري ماحول جي پاڪيزگي ۽ صفائيءَ لاءِ اهو لفظ ڪم ايندو آهي.

**طھارت ۽ پاڪيزگيءَ جي اهميت:** اسلامي روايتون زندگيءَ جي هر حصي ۾ نروار آهن. دين اسلام اسان کي جيڪي اصول ۽ ضابطا ڏنا آهن، انھن تي عمل ڪري اسين هڪ اعلىٰ ۽ مثالي سماج جو بنياد رکي سگھون ٿا. اهوئي سبب آهي تہ اسلام ۾ پاڪيزگي ۽ صفائيءَ تي زور ڏنو ويو آهي ۽ ان جي اهميت پڻ ٻڌائي وئي آهي. لباس انسان جو آئينو آهي. جيڪڏهن صاف سٿرو لباس هوندو، تہ هر ڪنھن جي نگاهہ جو مرڪز بڻبو. جڏهن تہ ميري ۽ گندي لباس سان انساني شخصيت تي اگرا نتيجا ظاهر ٿين ٿا. جسم، لباس، گھر ۽ علائقي کي گندگيءَ ۽ غلاظت کان پاڪ رکڻ اسان سڀني جو فرض آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي سڀ طھارت ۽ پاڪيزگيءَ جو حصو آهن. طھارت ۽ پاڪيزگي الله تعالىٰ کي پسند آهي. الله تعالىٰ قرآن مجيد ۾ ارشاد فرمائي ٿو:

وَاللّٰهُ يُحِبُّ الْمُطَّهِّرِيْنَ ﴿۱۰۸﴾ (التوبه: آيت ۱۰۸)

”۽ الله پاڪ رهڻ وارن کي دوست رکندو آهي“.

طهارت ۽ پاڪيزگيءَ جي اهميت کي نظر ۾ رکيو ويجي ته ان ۾ به اسلام جي وڏي حڪمت رکيل آهي. اسين جسماني طور تي پاڪ ۽ صاف رهنداسين، گهر ۽ پاڙي کي صاف سٿرو رکنداسين ته صفائيءَ جو اثر اسان جي دلين تي پوندو اسان جون بريون عادتون صاف ٿي پونديون. اسان جي ظاهر جو اثر باطن تي پوندو. ان سان گڏوگڏ ڪوڙ سارين بيمارين کان محفوظ رهنداسين. پاڪيزگي ۽ صفائيءَ جي ايتري قدر اهميت ڀڏائي وئي آهي، جو نبي ڪريم ﷺ جن ارشاد فرمايو آهي:

اَلطُّهُوْرُ شَطْرُ الْاِيْمَانِ

”طهارت (پاڪيزگي) ايمان جو حصو آهي“.

اسان جا پيارا نبي ڪريم ﷺ پاڪيزگي اختيار ڪرڻ ۾ اعلىٰ نمونو هئا ۽ پنهنجي امت کي پاڪ ۽ صاف رهڻ جو حڪم فرمايو اٿائون. ڇاڪاڻ ته پاڻ سڳورن ﷺ کي خبر هئي ته جسماني صحت جو دارومدار صفائي ۽ پاڪيزگيءَ تي آهي. پاڪ صاف رهڻ جي ڪري دل ۽ دماغ تندرست رهي ٿو ۽ سٺيون ڳالهيون سوچ ۾ اچن ٿيون، جن جي ذريعي الله تعالىٰ جي ويجهڙائي حاصل ٿئي ٿي.

اسلام اسان جي لاءِ صفائي، پاڪيزگي ۽ طهارت متعلق ڪجهه اهم رهنما اصول مقرر ڪيا آهن، جن تي عمل ڪندي اسين دين ۽ دنيا ٻنهي ۾ ڪامياب ٿي سگهون ٿا.

## طهارت جا اصول ۽ فائدا:

- طهارت ۽ پاڪيزگي اختيار ڪرڻ سان انسان گهڻين بيمارين کان بچي ٿو.
- طهارت ۽ پاڪيزگي اختيار ڪرڻ سان انسان الله تعالىٰ جو محبوب بڻجي ٿو.
- نماز جهڙي اهم عبادت جو دارومدار طهارت ۽ پاڪيزگيءَ تي آهي. طهارت ۽ پاڪيزگيءَ کان سواءِ الله تعالىٰ وٽ نماز صحيح ۽ قبول نٿي ٿئي.
- طهارت ۽ پاڪيزگي اختيار ڪندڙ کي ماڻهو پسند ڪن ٿا ۽ صفائي نه رکندڙ شخص کان ماڻهو نفرت ڪن ٿا.

- مسجد ۾ باوضو رهندڙ (طهارت واري) شخص لاءِ ملائڪ دعائون ڪندا رهن ٿا. ناپاڪي اختيار ڪرڻ جي صورت ۾ ملائڪ ان ڪان پري ٿي وڃن ٿا ۽ ان لاءِ دعائون ختم ٿي وڃن ٿيون.
- اسلام وات ۽ ڏندن جي صفائيءَ تي پڻ زور ڏنو آهي. ڏندڻ جي اهميت ۽ فضيلت بابت ڪوڙ ساريون حديثون بيان ڪيون ويون آهن. نبي ڪريم ﷺ جن جو فرمان بارڪ آهي ته ”ڏندڻ ڪرڻ وات جي صفائي ۽ رب جي رضا جو سبب آهي“.
- لباس صاف سٺو ۽ پاڪ صاف هئڻ گهرجي.
- اسلام جتي جسم ۽ لباس جي صفائيءَ تي زور ڏنو آهي، اتي ذهني، باطني ۽ روحاني پاڪيزگيءَ جو سبق پڻ ڏنو آهي.
- صاف سٿرو ۽ پاڪيزه ماحول، سٺي صحبت ۽ خراب ماحول کان پاسو ڪرڻ هڪ طرف انساني عادتن ۽ طور طريقن ۽ خيالن تي سٺو اثر پوي ٿو ته ٻئي طرف ماڻهوءَ کان سُٺا ڪم نروار ٿين ٿا.
- طهارت ۽ پاڪيزگي اپنائڻ سان چوڌاري ماحول ساف سٿرو رهي ٿو. ماحولياتي گدلاڻ ۾ به گهٽتائي ٿئي ٿي.

اسان کي اهو سبق حاصل ٿيو ته طهارت، پاڪيزگي ۽ صفائيءَ جو خاص خيال رکون ۽ قرآن مجيد ۽ پياري نبي ڪريم ﷺ جي سکيا ۽ حديثن مبارڪن تي دل ۽ جان سان عمل ڪريون ۽ دنياوي ۽ آخرت جي زندگيءَ کي ڪامياب بڻايون.

- اسلام زندگيءَ جي هر حصي ۾ هدايتون ڏنيون آهن، انهن مان ”طهارت ۽ پاڪيزگي“ به شامل آهي. اسلام طهارت، پاڪيزگي ۽ صفائيءَ بابت وڌو تاڪيد ڪيو آهي.
- طهارت ۽ پاڪيزگيءَ ۾ بدن، لباس، گهر، پاڙو ۽ علائقو شامل آهي انهن سڀني کي صاف رکڻ ۽ انهن کي مير ۽ گندگيءَ کان بچائڻ گهرجي .
- اللّٰہ تعالیٰ پاڪيزگي ۽ صفائيءَ کي پسند فرمائي ٿو، انهيءَ ڪري قرآن مجيد ۾ ارشاد فرمايائين ”اللّٰہ پاڪ رهندڙن کي پسند فرمائي ٿو“.

- حضور ﷺ صفائيءَ جو تمام گهڻو تاڪيد فرمايو آهي. پاڻ سڳورن ﷺ طهارت کي ايمان جو حصو قرار ڏنو آهي.

طهارت ۽ پاڪيزگيءَ تي پنهنجن پنهنجن لفظن ۾ مضمون لکي استاد صاحبن کي ڏيکاريو.

# مشق

## ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- طهارت ۽ پاڪيزگيءَ مان ڇا مراد آهي؟

٢- طهارت ۽ پاڪيزگيءَ جي اهميت بيان ڪريو.

٣- پاڪ ۽ صاف رکڻ جا ڪي ٻه ٽي فائدا بيان ڪريو.

٤- حضور ﷺ طهارت ۽ پاڪيزگيءَ متعلق ڇا ارشاد فرمايو آهي؟

٥- طهارت ۽ پاڪيزگيءَ متعلق اسلام جي رهنما اصولن مان ڪي ٻه ٽي اصول ٻڌايو.

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- طهارت ۽ پاڪيزگي اختيار ڪرڻ سان انسان بچي ٿو:

(الف) غُربت کان (ب) بيمارين کان

(ج) برين عادتن کان (د) سُستيءَ کان

٢- ڏندڻ ڏيڻ سان صاف ٿين ٿا:

(الف) ڪن ۽ وات (ب) نڪ ۽ ڪن

(ج) وات ۽ ڏند (د) هٿ ۽ منهن

۳- اسان سيني کي طهارت ۽ پاڪيزگيءَ بابت:

(الف) خاص خيال رکڻ گهرجي (ب) اهميت نہ ڏيڻ گهرجي
(ج) نفرت ڪرڻ گهرجي (د) خاص خيال نہ رکڻ گهرجي

۴- مسجد ۾ وضوءَ سان رهندڙ شخص لاءِ دعا ڪندا آهن

(الف) انسان (ب) جِنّ
(ج) ملائڪ (د) جانور

۵- طهارت ۽ پاڪيزگيءَ لاءِ حديث آهي:

(الف) اِنَّمَا الْاَعْمَالُ بِالنِّيَّاتِ (ب) اَلطُّهُوْرُ شَطْرُ الْاِيْمَانِ
(ج) لَا اِيْمَانَ لِمَنْ لَّا اَمَانَةَ لَهٗ (د) لَا دِيْنَ لِمَنْ لَّا عَهْدَ لَهٗ

## ۳. خال ڀريو:

(۱) عربيءَ ۾ طهارت جي مقابلي ۾ ________ لفظ استعمال ٿيندو آهي.
(۲) طهارت مان هر قسم جي ________ مراد آهي.
(۳) اسلام ۾ پاڪيزگي ۽ ________ تي زور ڏنو ويو آهي.
(۴) اسان جي پياري نبي ﷺ پاڪيزگي اختيار ڪرڻ ۾ ________ هئا.
(۵) طهارت ۽ پاڪيزگي اختيار ڪرڻ سان انسان ________ بچي پوي ٿو.

## ۴. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
| --- | --- | --- |
| ۱- طهارت جي معنىٰ پليدي، ميري ۽ گندگي آهي. | | |
| ۲- لباس، گهر ۽ علائقي کي گندگيءَ کان پاڪ رکڻ اسان جو فرض آهي. | | |
| ۳- طهارت ۽ پاڪيزگي اختيار ڪرڻ سان انسان بيمار ٿيندو آهي. | | |
| ۴- نماز جهڙي اهم عبادت جو دارومدار طهارت ۽ پاڪيزگيءَ تي آهي. | | |

### ۵.  ڪالم ۱ - جي لفظن کي ڪالم ۲ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم - ۱ | ڪالم - ۲ |
|---|---|
| ۱-  الله تعاليٰ پاڪ صاف رهندڙن کي | آئينو هوندو آهي. |
| ۲-  لباس انسان جو | حصو آهي. |
| ۳-  نبي ڪريم ﷺ پنهنجي امت کي | طهارت ۽ پاڪيزگيءَ جو خاص خيال ڪريون. |
| ۴-  طهارت ايمان جو | پسند ڪري ٿو. |
| ۵-  اسان کي گهرجي ته | پاڪيزگي اختيار ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي. |

شاگردن ۽ شاگردياڻين جي وچ ۾ ”طهارت ۽ پاڪيزگي“ جي موجوده دور ۾ فائدن ۽ نہ ڪرڻ جي صورت ۾ نقصانن جي موضوع تي تقريري مقابلي جو اهتمام ڪريو.

# ٢- صداقت

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- صداقت جي معنىٰ، مفهوم ۽ اهميت کي سمجهي، وضاحت ڪري سگهندا.
- سچائيءَ بابت قرآني آيتن ۽ حديث نبوي کان واقف ٿي ان کي لکي سگهندا.
- سچائيءَ جي سماجي اهميت (فائدن) کان واقف ٿي عمل ڪري سگهندا ۽ عملي زندگيءَ ۾ نيڪ سماج بنائڻ جي ڪوشش ڪري سگهندا.

**صداقت جي معنىٰ ۽ مفهوم:** صداقت "صِدق" مان ورتل آهي، جنهن جي معنىٰ آهي سچ ڳالهائڻ، ڳالهه کي حقيقت مطابق بيان ڪرڻ. عام طور تي "صداقت" جي معنىٰ سچائي ۽ راست بازي ڪئي ويندي آهي. صداقت مان مراد ڪوبه شخص ڳالهه کي ائين بيان ڪري، جيئن اها حقيقت ۾ هجي. جيڪڏهن ڪنهن به ڳالهه کي حقيقت جي خلاف بيان ڪبو ته ان کي عربيءَ ۾ "ڪِذب" چئبو آهي، جنهن جي معنىٰ آهي "ڪوڙ". سچ ڳالهائيندڙ کي "صادق" چئبو آهي ۽ ڪوڙ ڳالهائيندڙ کي "ڪاذب" چئبو آهي.

**صداقت جي اهميت:** قرآن مجيد ۾ ڪيترين ئي جاين تي توحيد ۽ عبادت کان پوءِ اخلاقيات تي خاص زور ڏنو ويو آهي. ايستائين جو نبي ڪريم ﷺ پنهنجي بعثت جو مقصد سٺن اخلاقن جي تڪميل چيو آهي. سُٺن اخلاقن مان هڪ اهم خلق "صداقت" به آهي. قرآن مجيد ۽ حديث مبارڪن ۾ صداقت جو وڏو تاڪيد ٿيل آهي. هڪ هنڌ الله تعالىٰ ارشاد فرمايو آهي:

وَالَّذِیۡ جَآءَ بِالصِّدۡقِ وَصَدَّقَ بِہٖۤ اُولٰٓئِکَ ھُمُ الۡمُتَّقُوۡنَ (سورة الزمر: آيت ٣٣)

"۽ جنهن سچي ڳالهه آندي ۽ ڪيس سَچو ڄاتو، اِهي ئي پرهيزگار آهن".

صداقت انساني خوبين مان هڪ اهم خوبي آهي. صداقت تمام نيڪين جو سرچشمو آهي. ان جي

ڪري انسان ۾ سيئي اخلاقي خوبيون گڏ ٿين ٿيون ۽ سيئي اخلاقي برايون ختم ٿين ٿيون. انسان ۾ سچ ڳالهائڻ جي عادت هوندي ته اها عادت ڪيس هر بري ڪم کان روڪيندي رهندي. اها صفت ٻين اخلاقي صفتن وانگر نبي ڪريم ﷺ ۾ نهايت اعليٰ درجي تي موجود هئي. پاڻ سڳورا ﷺ بعثت کان اڳ به ”صادق“ جي نالي سان سڏيا ويندا هئا. نبوت ملڻ کان پوءِ نبي ڪريم ﷺ جا سخت مخالف به پاڻ سڳورن ﷺ جي سچائيءَ جي شاهدي ڏيندا رهيا. الله تعاليٰ جو هر نبي ۽ پيغمبر سچائيءَ جي اعليٰ مرتبي تي فائز هوندو آهي.

هڪ حديث مبارڪ ۾ نبي ڪريم ﷺ جن ارشاد فرمايو: ”مؤمن جي اندر سيني خرابين جي موجود هئڻ جو امڪان آهي سواءِ خيانت ۽ ڪوڙ جي“. هن حديث مبارڪ مان هي مفهوم نڪتو ته جيتريون به برائيون آهن، اهي خيانت ۽ ڪوڙ جي مقابلي ۾ گهٽ آهن. خيانت ۽ ڪوڙ سيني برائين جي مقابلي ۾ وڌيڪ آهي. مؤمن کي هميشه صداقت اختيار ڪرڻ گهرجي. الله تعاليٰ به اهڙن ماڻهن کي پسند ڪندو آهي ۽ اهڙن ماڻهن سان گڏ رهڻ جو حڪم ڏنو آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ وَكُوْنُوْا مَعَ الصّٰدِقِيْنَ (سورة التوبه: آيت ١١٩)

”اي ايمان وارؤ! الله کان ڊڄو ۽ سچن سان گڏ هجو.“

**صداقت جا فائدا:** ڪوڙ کان نفرت ڪرڻ ۽ سچ ڳالهائڻ جي ڪيتري اهميت آهي، ان جو اندازو نبي ڪريم ﷺ جي دور جي هن واقعي مان ڪري سگهجي ٿو ته پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ هڪ شخص حاضر ٿيو ۽ چيائين ته اي الله جا رسول (ﷺ)! منهنجي اندر چار بريون عادتون آهن: (١) چوري ڪرڻ (٢) شراب پيئڻ (٣)بدڪاري ڪرڻ ۽ (٤) ڪوڙ ڳالهائڻ. آءٌ ڪهڙيءَ ريت انهن برائين مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهان ٿو. پاڻ سڳورن ﷺ ان شخص کي صرف اهو چيو ته ”ڪوڙ نه ڳالهائڻ جو وعدو ڪر“. ان شخص پاڻ سڳورن ﷺ سان اهو وعدو ڪيو.

ان شخص کي رات جي وقت ۾ هر هر چوري، بدڪاري ۽ شراب پيئڻ جو خيال پئي آيو، پر اهو خيال ڪندي هو انهن برائين کان رڪجي ويو ته جيڪڏهن رسول الله ﷺ جن پڇندا ته ڪين ڪهڙو جواب ڏيندس؟ جيڪڏهن سچ ڳالهايم ته شراب پيئڻ ۽ ٻين برائين جي سزا لاڳو ٿيندي. جيڪڏهن آءٌ پاڻ سڳورن ﷺ سان ڪوڙ ڳالهايو ته اها وعدي جي ڀڃڪڙي ٿيندي. صبح جو جڏهن اهو شخص رسول الله ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ته عرض ڪيائين ته اي الله جا رسول (ﷺ)! ڪوڙ کان بچڻ جي ڪري منهنجيون سيئي

برايون ختم ٿي ويون.

مسلمانن کي هدايت ڪئي وئي آهي تہ زندگيءَ جي سيني معاملن ۾ صداقت جي عادت اختيار ڪئي وڃي. خاص طور تي ڪاروبار ۽ واپار جي معاملي ۾ سچائي اختيار ڪرڻ نهايت اهم آهي. حديثن مبارڪن ۾ واپار ۾ سچ ڳالهائڻ جي فضيلت ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ تي وعيد ٻڌايل آهي. صداقت اختيار ڪرڻ سان الله تعالىٰ ڪاروبار ۾ برڪت عطا فرمائيندو آهي. سچي واپاريءَ جو اسلام ۾ وڏو درجو ٻڌايو ويو آهي. پاڻ سڳورن ﷺ ارشاد فرمايو آهي:

"سچو ۽ امانتدار واپاري قيامت جي ڏينهن نبين سان گڏ هوندو".

## صداقت جي سماجي اهميت ۽ فائدا:

- سچي ماڻهوءَ کي سماج ۾ اهم درجو حاصل آهي.
- سچي شخص جي ڳالهين تي هر ڪ اعتبار ڪندو آهي.
- صداقت جي عادت اپنائڻ سان انسان سيني برائين کان بچي ٿو.
- صداقت جي واٽ اختيار ڪرڻ سان ايمان ۽ نيڪيءَ جو جذبو اڀري ٿو.
- صداقت اختيار ڪرڻ سان دل مطمئن رهي ٿي، جڏهن تہ ڪوڙ پريشاني ۽ بي چينيءَ جو سبب آهي.
- ڪوڙي شخص جي ماڻهن وٽ ڪا بہ عزت نہ هوندي آهي.
- صداقت چوٽڪاري جو ذريعو آهي، جڏهن تہ ڪوڙ تباهيءَ ڏانهن وٺي ويندڙ آهي.
- صداقت جي صفت اختيار ڪرڻ جنت ڏانهن وٺي ويندي آهي ۽ ڪوڙ جي عادت سان انسان جهنم جو حقدار بڻبو آهي.

ان مان اسان کي هي سبق مليو تہ اسان پنهنجي زندگيءَ ۾ سچائي ۽ صداقت کي شامل ڪري الله تعالىٰ جي حڪمن ۽ حضور ﷺ جي سنت مبارڪ کي اختيار ڪريون. انهيءَ ۾ ئي اسان سيني جي ڪاميابي آهي ۽ سماج جي معاشي ۽ اخلاقي ترقيءَ جو دارومدار آهي.

- صداقت جي معنيٰ سچائي آهي. اخلاقِ حَسنه ۾ سچائي هڪ اعليٰ صفت آهي.
- اسلام اسان کي سچ ڳالهائڻ جو خاص تاڪيد ڪيو آهي ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ کان سختيءَ سان جهليو آهي.
- صداقت جي واٽ اختيار ڪرڻ سان ايمان ۽ نيڪيءَ جو جذبو اُڀري ٿو.

قرآن مجيد جي آيت جا لفظ ”يٰاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ وَكُوْنُوْا مَعَ الصّٰدِقِيْنَ“ ۽ ترجمو خوشخطي سان لکي ڪلاس ۾ لڳايو.

## مشق

### ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- صداقت مان ڇا مراد آهي؟

٢- صداقت بابت قرآن پاڪ جي ڪنهن به آيت جو ترجمو لکو.

٣- حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي هڪ شخص ڇا چيو؟

٤- صداقت جا ڪي به ٽي فائدا بيان ڪريو.

### ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- اسلام اسان کي رهڻ جو حڪم ڏنو آهي:

(الف) بهادرن سان گڏ

(ب) واپارين سان گڏ

(ج) سچن سان گڏ

(د) ڪوڙن سان گڏ

۲- نبوت کان اڳ حضور ﷺ جن مشهور هئا:

(الف) صداقت ۾ (ب) شجاعت ۾
(ج) دولت ۾ (د) واپار ۾

۳- سچ ڳالهائيندڙ کي چئبو آهي:

(الف) ڪاذب (ب) صادق
(ج) امين (د) تاجر

## ۳. خال ڀريو:

(۱) قرآن مجيد ۽ حديثن مبارڪن ۾ ________ جو وڏو تاڪيد ڪيو ويو آهي.

(۲) سچ ڳالهائڻ انبياء جي ________ آهي.

(۳) سچي مسلمان ۾ خيانت ۽ ________ جهڙيون خرابيون پيدا نه ٿي سگهنديون آهن.

(۴) ڪاروبار ۽ تجارت جي معاملي ۾ ________ اختيار ڪرڻ تمام ضروري آهي.

## ۴. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ۱- سچي شخص کي سماج ۾ اهم درجو حاصل آهي. | | |
| ۲- صداقت جي عادت اختيار ڪرڻ سان انسان سيني برائين کان بچي ٿو. | | |
| ۳- ڪوڙ جي واٽ اختيار ڪرڻ سان ايمان ۽ نيڪيءَ جو جذبو اڀرندو آهي. | | |
| ۴- ڪوڙ جي صفت اختيار ڪرڻ جنت ڏانهن وٺي ويندي آهي. | | |
| ۵- اخلاق حَسنه ۾ ڪوڙ هڪ اعلىٰ صفت آهي. | | |

## ٥.  ڪالم ١ - جي لفظن کي ڪالم ٢ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
|---|---|
| ١-  سچ ڳالهائيندڙ کي ”صادق“ ۽ | سيئي اخلاقي خوبيون گڏ ٿينديون آهن. |
| ٢-  سُٺن اخلاقن مان هڪ اهم خوبي | جو امڪان آهي سواءِ خيانت ۽ ڪوڙ جي. |
| ٣-  صداقت جي ڪري انسانن ۾ | ڪاروبار ۾ برڪت عطا فرمائيندو آهي. |
| ٤-  مؤمن جي اندر سيئي خوبيون موجود هئڻ | ڪوڙ ڳالهائيندڙ کي ”ڪاذب“ چئبو آهي. |
| ٥-  صداقت اختيار ڪرڻ سان الله تعالیٰ | ”صداقت“ يعني سچائي بہ آهي. |

شاگردن ۽ شاگرديائڻين آڏو سچائيءَ بابت حديثن ۾ بيان ڪيل فضيلتون بيان ڪريو.

# ٣- امانت

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق بڻجندا تہ اُهي:

- امانت جي معنیٰ، مفهوم ۽ اهميت کان آگاهہ ٿي ان کي بيان ڪري سگهندا.
- قرآن مجيد ۽حديثن مبارڪن مان امانت بابت آيل حڪمن تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا ۽ نيڪ سماج بنائڻ ۾ ڪردار ادا ڪري سگهندا.

**امانت جي معنیٰ ۽ مفهوم :** امانت جو لفظ ”امن“ مان ورتل آهي، جنهن جي معنیٰ آهي سڪون، اطمينان ۽ امان. ”ايمان“ جو لفظ پڻ ”امن“ مان نڪتل آهي. امانت مان مراد هي آهي تہ انسان پنهنجي ڪاروبار ۾ صاف ۽ ايماندار هجي ۽ ڪنهن جو ڪنهن جي مٿان ڪيترو ئي حق هجي، هو ان کي پوري ديانت ۽ ايمانداريءَ سان ذرو ذرو ادا ڪري. اللّٰہ تعالیٰ پنهنجن ٻانهن تي جيڪا شريعت مقرر فرمائي آهي، ان تي امانت جو لفظ استعمال ڪيو اهي. امانت جي مقابلي ۾ ”خِيَانَة“ جو لفظ اچي ٿو. خيانت جي معنیٰ آهي امانت ۾ هيراڦيري ڪرڻ، وعدي کي پورو نہ ڪرڻ.

اسلام ديني حڪمن ۽ دنياوي معاملن ٻنهي ۾ پنهنجي پيروڪارن کي اعلیٰ اخلاقي قدر اختيار ڪرڻ تي زور ڏنو آهي، جن ۾ هڪ ”امانت“ پڻ آهي. اسلام ۾ امانت مان مراد ڪو شخص پنهنجي ڪابہ شيءِ ڪنهن ٻئي شخص وٽ هن شرط سان رکرائي تہ آءٌ ضرورت وقت توکان اها واپس وٺندس ۽ رکندڙ اها شيءِ ان جي اصل مالڪ کي بنا ڪنهن کوٽ جي واپس ڪري تہ اهو عمل ”امانت“ چئبو آهي. اهڙي شخص کي ”امين“ يا ”امانتدار“ چئبو آهي. اسلام ۾ لفظ ”امانت“ وسيع معنیٰ ۽ مفهوم ۾ ورتو ويندو آهي. هيٺيون ڳالهيون امانت ۾ اچن ٿيون:

- پاڻ ۾ ڏيتي ليتي هجي يا سونپيل ذميداريون.
- ڪنهن جو ڪو اهم پيغام پهچائڻ هجي يا ڪو اهم مشورو ڏيڻو هجي.

- شاگردن لاءِ امانت جون گهڻيون صورتون آهن، انهن مان هڪ صورت اها به آهي ته هو پنهنجي تعليم محنت سان پڙائي ۽ نقل (ڪاپي) ڪرڻ کان پنهنجو پاڻ کي بچائي.

**امانت جي اهميت ۽ انبياء عَلَيۡهِمُ السَّلَامُ:** قرآن پاڪ ۾ امانت جي اهميت بابت هڪ هنڌ تي الله تعالىٰ ارشاد فرمائي ٿو:

إِنَّ اللهَ يَأۡمُرُكُمۡ أَنۡ تُؤَدُّوا الۡأَمٰنٰتِ إِلَىٰٓ أَهۡلِهَا (سورة النساء: آيت ٥٨)

”بيشڪ الله اوهان کي حڪم ٿو ڪري ته امانتون سندن مالڪن کي پهچائي ڏيو“.

انبياء عَلَيۡهِمُ السَّلَامُ اخلاقِ حَسَنه جي جن اعلىٰ درجن تي فائز هوندا آهن، انهن مان هڪ خوبي ”امانت“ پڻ آهي. اهي سچا ديانتدار ۽ امين هئا. الله تعالىٰ جو دين انهن وٽ الله تعالىٰ جي طرفان امانت هو، جيڪو هنن نهايت ديانتداريءَ سان پنهنجين پنهنجين امتن کي پهچايو. اهو فرض ۽ امانت رسول الله ﷺ جن کي پڻ سونپيو ويو. حضور ﷺ جن به هر طرح جي تڪليفن ۽ مصيبتن کي برداشت ڪندي، اها امانت پنهنجي امت کي پهچائي. حضور ﷺ دين جي امانت پهچائڻ ۾ ترجيتري به گهٽ وڌائيءَ لاءِ تيار نه ٿيا. امانت جي سلسلي ۾ حضور ﷺ هن درجي تي پهتل هئا جو مڪي جا مشرڪ پاڻ سڳورن ﷺ کي ”امين“ جي لقب سان سڏيندا هئا. اسلام ۾ اچڻ کان پوءِ حضور ﷺ سان سخت دشمنيءَ جي باوجود مڪي جا مشرڪ پنهنجون امانتون حضور ﷺ جن وٽ رکندا هئا. ايستائين جو هجرت جي رات جڏهن ڪافرن حضور ﷺ جن کي شهيد ڪرڻ لاءِ سندن گهر جو گهيرو ڪيو ته پاڻ سڳورن ﷺ حضرت علي رضي الله عنه کي حڪم ڏنو ته جن ماڻهن جون امانتون مون وٽ رکيل آهن، اهي صبح جو مالڪن جي حوالي ڪجو ۽ پوءِ مديني ڏانهن اچجو.

امانتداريءَ کي اسلام هڪ اعلىٰ ۽ عمدي صفت چيو آهي ۽ اهڙن ئي ماڻهن جي باري ۾ الله تعالىٰ ارشاد فرمايو آهي:

> ”۽ جيڪي پنهنجين امانت جي ۽ پنهنجي انجام جي رعايت ڪندڙ آهن . ۽ جيڪي پنهنجين نمازن جي نگاهه رکندا آهن . اِهي اُهي ئي وارث آهن. جيڪي بهشت جا وارث ٿيندا، اُهي منجهس سدائين رهڻ وارا آهن“. (المؤمنون: آيت ٨ - ١٠)

اسلام ۾ امانت ۾ خيانت ڪرڻ کان جهليو آهي. الله تعالىٰ جو ارشاد آهي:

”اي مؤمنؤ! الله ۽ پيغمبر جي خيانت نہ ڪريو ۽ اوهين ڄاڻي واڻي پاڻ ۾ امانت جي خيانت نہ ڪريو“. (الانفال: آيت ٢٧)

يعني الله تعاليٰ جي حڪمن ۽ فرضن تي عمل ڪريو ۽ رسول الله ﷺ جي سنت جي تابعداري ڪريو. الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول ﷺ جي ڳالهين تي نہ هلڻ ڇڻ تہ امانت ۾ خيانت آهي. پاڻ سڳورن ﷺ هڪ حديث ۾ ارشاد فرمايو آهي:

”منافق جون ٽي نشانيون آهن (١) جڏهن بہ ڳالهائيندو، ڪوڙ ڳالهائيندو (٢) ڪنهن سان وعدو ڪندو تہ وعده خلافي ڪندو ۽ (٣) جيڪڏهن وٽس ڪا امانت رکي ويندي تہ ان ۾ خيانت ڪندو“.

هڪ حديث ۾ نبي ڪريم ﷺ جن ارشاد فرمايو آهي:

لَا اِيْمَانَ لِمَنْ لَّا اَمَانَةَ لَهٗ

”جنهن ۾ امانت ناهي، ان ۾ ايمان ناهي“.

## امانت جا قسم / صورتون:

- امانت جو تعلق صرف جائداد ۽ مالي شين تائين محدود ناهي، جيئن عام طور تي سمجهيو ويندو آهي، پر ان جو تعلق مالي، اخلاقي ۽ قانوني امانتن تائين پکڙيل آهي.
- جيڪڏهن ڪا شيءِ اوهان وٽ رکي وڃي تہ گهرڻ تي ان شخص کي جيئن جو تيئن ڏيڻ امانت آهي.
- جيڪڏهن توهان جو ڪنهن تي ڪو حق آهي تہ ان کي ادا ڪرڻ امانت آهي.
- ڪنهن جي راز جي توهان کي خبر هجي تہ ان کي لڪائڻ بہ امانت آهي.
- ڪنهن مجلس ۾ ٿيل ڳالهہ کي انهيءَ مجلس تائين محدود رکڻ امانت آهي.
- ڪنهن کي صحيح مشورو ۽ درست ووٽ ڏيڻ بہ امانت آهي.
- ملازم شخص پنهنجي وقت کي پوري ديانتداريءَ سان پنهنجي ڪم ۾ لڳائي، اها بہ امانت آهي.
- سونپيل ذميدارين کي پورو ڪرڻ بہ امانت آهي.

ان مان اسان کي هي سبق مليو تہ اسان بہ امانت جو پورو خيال رکون. جيڪڏهن ڪنهن اسان وٽ ڪا امانت رکي آهي ۽ جنهن بہ حالت ۾ رکي آهي، ان کي ساڳي شڪل ۾ اصل مالڪ تائين موٽايون تہ جيئن ڪنهن جي حق تلفي نہ ٿئي ۽ سماج ۾ محبت، سڪون ۽ اطمينان پيدا ٿئي.

- امانت جو لفظ "امن" مان ورتل آهي، جنهن جي معنىٰ آهي سڪون، اطمينان ۽ امان. "ايمان" جو لفظ پڻ "امن" مان نڪتل آهي.
- اسلام ۾ امانت جو مطلب اهو آهي ته ڪنهن شخص وٽ ڪا به شيءِ رکي وڃي، جڏهن اها واپس گهري ته بغير ڪنهن کوٽ جي ۽ بغير ڪنهن استعمال جي پنهنجي مالڪ کي اها شيءِ واپس ڪئي وڃي. اهو عمل "امانت" چئبو آهي. جنهن شخص ۾ اها خوبي موجود هجي، ان کي "امين" يا "امانتدار" چئبو آهي.
- اخلاقِ حَسنه ۾ "امانت" جو شمار هڪ اعلىٰ خوبيءَ ۾ ٿئي ٿو.
- سيئي انبياء عليهم السلام "امانت" جي صفت سان موصوف هئا. هر نبي عليه السلام الله تعالىٰ جي دين پهچائڻ ۾، جيڪو پڻ هڪ امانت آهي، بغير ڪنهن گهاٽي واڌي جي دين جي امانت ماڻهن تائين پهچائي. هر نبي عليه السلام ائين ئي ڪيو.
- اسان جي پياري نبي ڪريم ﷺ جن ۾ امانت جي صفت اعلىٰ درجي تي موجود هئي. نبوت ملڻ کان اڳ پاڻ سڳورن ﷺ کي "صادق" ۽ "امين" جي لقبن سان سڏيو ويندو هو.
- الله تعالىٰ ۽ سندس رسول عليه السلام امانت تي ڏاڍو زور ڏنو آهي.

"امانت" جي موضوع تي تقريري مقابلي جو بندوبست ڪريو. تقرير ۾ پهرئين، ٻئي ۽ ٽئين نمبر جو فيصلو پنهنجن استادن کان ڪرايو.

# مشق

## ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- امانت مان ڇا مراد آهي؟
٢- اسلام کان اڳ ماڻهو نبي ڪريم ﷺ کي ڪهڙي لقب سان سڏيندا هئا؟
٣- امانت متعلق ڪنهن قرآني آيت جو ترجمو لکو.
٤- شاگرد ڪهڙيءَ طرح امانتدار بڻجي سگهي ٿو؟
٥- امانت جي صفت تي عمل ڪرڻ جو ڪو هڪ فائدو بيان ڪريو.

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- حضور ﷺ منافق جون نشانيون بيان ڪيون آهن:

(الف) ٻه (ب) ٽي
(ج) پنج (د) ست

٢- امانت چئبو آهي:

(الف) ڪنهن کان ڪا شيءِ وٺڻ (ب) ڪنهن کي ڪا شيءِ وڪڻڻ
(ج) ڪنهن کان ڪا شيءِ وٺي واپس نہ ڏيڻ (د) ڪنهن وٽ ڪا شيءِ رکي اهائي واپس وٺڻ

٣- جنهن شخص ۾ امانت جي صفت موجود هجي، ان کي چئبو آهي:

(الف) صدّيق (ب) شريف
(ج) شفيق (د) امين

## ٣. خال ڀريو:

(١) اللّٰہ تعالىٰ توهان کي حڪم ڏئي ٿو تہ امانت وارن کي __________ حوالي ڪريو.
(٢) جنهن ۾ امانت ناهي، ان ۾ __________ ناهي.
(٣) منافق جي نشانين مان هڪ نشاني امانت ۾ __________ ڪرڻ آهي.
(٤) انبياء عليهم السلام اللّٰہ تعالىٰ جو دين پنهنجين امتن تائين نهايت __________ سان پهچايو.

### ۴. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- اسلام ۾ لفظ "امانت" وسيع معنىٰ ۽ مفهوم ۾ ورتو ويندو آهي. | | |
| ٢- ڪنهن جي راز کي لڪائڻ امانت ۾ شمار ناهي. | | |
| ٣- ڪنهن جو حق ادا ڪرڻ امانت آهي. | | |
| ۴- امانت جي مقابلي ۾ "ديانت" جو لفظ ايندو آهي. | | |

### ۵. ڪالم ١- جي لفظن کي ڪالم ٢- جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
|---|---|
| ١- امانت مان مراد آهي ته انسان پنهنجي | "خيانة" جو لفظ ايندو آهي. |
| ٢- امانت جي مقابلي ۾ | ترجيتري گهاٽي واڌي تي تيار نه هئا. |
| ٣- حضور ﷺ جن دين جي امانت پهچائڻ ۾ | ڪاروبار ۾ صاف ۽ ايماندار هجي. |
| ۴- امانت جو تعلق صرف جائيداد ۽ | پڻ امانت آهي. |
| ۵- حوالي ٿيل ذميدارين کي پورو ڪرڻ | مالي شين تائين محدود ناهي. |

**استادن لاءِ هدايت**

استاد صاحبَ شاگردن ۽ شاگردياڻين آڏو واضح ڪن ته حضرت جبريل عليه السلام کي به "امين" چئبو آهي. ڪين اهو به ٻڌائين ته حضرت جبريل عليه السلام کي "امين" ڇو چئبو آهي؟

# ۴- احسان

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق ٿيندا ته اُهي:

- احسان لفظ جي معنيٰ ۽ مفهوم ڄاڻي ان جي وضاحت ڪري سگهندا.
- احسان جي اهميت کان آگاهه ٿي بيان ڪري سگهندا.
- احسان جا فائدا ٻڌائي سگهندا ۽ احسان وارين خوبين کي اختيار ڪري سماج ۾ امن، سڪون، محبت ۽ ڀائيچاري جي فضا قائم ڪرڻ جي عملي ڪوشش ڪندا.

**احسان جي معنيٰ ۽ مفهوم:** اِحسان "حُسن" مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي سُٺائي، خوبي ۽ ڀلائي. احسان مان مراد هي آهي ته ٻين سان اهڙو نيڪ سلوڪ ڪرڻ، جنهن مان ان جي دل خوش ٿئي ۽ ان کي آرام ۽ سڪون ملي. قرآن مجيد ۾ "عدل" سان گڏ "احسان" جو لفظ آيل آهي. الله تعاليٰ جو ارشاد آهي:

اِنَّ اللّٰهَ يَاْمُرُ بِالْعَدْلِ وَالْاِحْسَانِ وَاِيْتَآئِ ذِى الْقُرْبٰى (سورة النحل: آيت ٩٠)

"بيشڪ الله انصاف ۽ ڀلائي ڪرڻ ۽ مائٽي وارن کي ڏيڻ جو حُڪم ڪري ٿو".

**عدل** جي معنيٰ برابريءَ جي رعايت رکڻ ۽ واجب حق جو ادا ڪرڻ آهي. پر **احسان** جو مطلب هي آهي ته ڪنهن کي واجب حق ادا ڪرڻ کان وڌيڪ ڏجي.

اسلام زندگيءَ جي هر معاملي ۾ انسانن جي رهنمائي فرمائي آهي، خاص طور تي مسلمانن کي مخاطب ڪري ڪيترن نيڪ ڪم ڪرڻ جي هدايت ڪئي آهي. جن سٺن ڪمن کي اختيار ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي، انهن مان هڪ "احسان" ڪرڻ پڻ آهي.

**احسان جي اهميت:** احسان پاڻ هڪ اهڙي نيڪي آهي، جنهن ۾ رواداري، برداشت، سٺو سلوڪ ۽ معاف ڪرڻ اهي سڀئي نيڪيون ان ۾ شامل آهن. اصل ۾ احسان الله تعاليٰ جي صفتن مان هڪ جامع صفت آهي. الله تعاليٰ اسان تي هر لمحي احسان فرمائيندو رهندو آهي. انسان هر روز ڪيترين ئي غلطين ۽ گناهه ڪري

ته پوءِ الله تعاليٰ جي ذات انهن کي نظرانداز ڪري اسان کي معاف ڪري ٿي. اسان کي به اها خوبي اختيار ڪرڻ جو تاڪيد ڪيو ويو آهي. جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

ترجمو: ”۽ چڱائي ڪريو، ڇوته الله چڱائي ڪندڙن کي دوست رکندو آهي“. (سورة البقره: آيت ١٩٥)

ٻيءَ جاءِ تي الله تعاليٰ جو ارشاد آهي:

”۽ الله توکي جيڪي ڏنو آهي تنهن سان آخرت جي گهر جي ڀلائي طلب ڪر“. (القصص: آيت ٧٧)

نبي ڪريم ﷺ جن جي حياتي مبارڪ ۾ ڪيترائي واقعا اهڙا آهن، جيڪي احسان سان لاڳاپو رکن ٿا. هڪ ڀيري حضور ڪريم ﷺ جن وٽ هڪ ڳوٺاڻو آيو، جنهن جو ڪجهه قرض پاڻ سڳورن ﷺ تي هو. هن انتهائي تيز ۽ سخت لهجي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ سان ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ پنهنجو قرض گهرڻ لڳو. صحابه سڳورن رضي الله عنهم سندس ان گستاخيءَ تي ڪيس دڙڪا ڏنا ۽ چيائونس ته توکي خبر ناهي ته تون ڪهڙيءَ هستيءَ سان ڳالهائي رهيو آهين؟ ڳوٺاڻو چوڻ لڳو ته آءٌ ته پنهنجو حق گهري رهيو آهيان. پاڻ سڳورن ﷺ صحابن سڳورن رضي الله عنهم کي فرمايو ته هن کي ڳالهائڻ جو حق آهي، ڇاڪاڻ ته قرض ڏيندڙن کي ڳالهائڻ جو حق ڏنو ويو آهي. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ صحابه سڳورن رضي الله عنهم کي هن شخص جو قرض ادا ڪرڻ جو فرمان جاري ڪيو ۽ ان جي حق کان وڌيڪ ادا ڪرڻ جو حڪم ڏنائون.

پاڻ سڳورن ﷺ جن جي پوري زندگي ماڻهن تي احسان ڪندي گذري. فتح مڪه جي موقعي تي جاني دشمنن ۽ خون جي پياسن کي پاڻ سڳورن ﷺ معاف فرمائي، انهن مٿان احسان ڪيو ۽ ڪين فرمايائون ته توهان سڀني کي معاف ڪري ڇڏيو.

هڪ ڀيري پاڻ سڳورن ﷺ ارشاد فرمايو: ”ان شخص تي احسان ڪر، جنهن توسان برائي ڪئي آهي“.

اُمُّ المؤمنين حضرت عائشه رضي الله عنها فرمائي ٿي ته ”پاڻ سڳورن ﷺ جن ڪڏهن به ڪنهن کان ذاتي بدلو نه ورتو، پاڻ هميشه هر ڪنهن کي معاف ڪندا هئا“.

## احسان ڪرڻ جا فائدا:

- احسان ڪرڻ سان هڪ طرف مسڪين ماڻهن جي ضرورت پوري ٿئي ٿي ته ٻئي طرف پاڻ ۾ محبت جو ذريعو آهي. احسانمند شخص احسان ڪندڙ سان پيار ۽ خلوص سان تابعدار بڻجي پوي ٿو.

- احسان جي صفت اختيار ڪرڻ سان ڀانهو الله تعالىٰ وٽ محبوب بنجي ٿو.
- ڪنهن سان احسان ڪرڻ نفرتن کي ختم ڪرڻ جو اهم ذريعو آهي.
- هرهڪ کي احسان جي صفت اختيار ڪرڻ سان سماج نيڪ، سڪون وارو ۽ امن جو گهوارو بڻجي سگهي ٿو.
- احسان ڪرڻ سان سماج ۾ پاڻ ۾ محبت ۽ ڀائيچارو پيدا ٿئي ٿو.
- احسان ڪندڙ شخص سماج ۾ عزت ۽ احترام جي نظر سان ڏٺو ويندو آهي.
- احسان ڪندڙ ٻئي جي مدد ڪرڻ سان گڏ دلي سڪون پڻ حاصل ڪندو آهي.
- احسان ڪندڙ سنّت نبوي تي عمل ڪندو آهي.
- احسان ڪندڙ کي ماڻهو مرڻ کان پوءِ سُٺن لفظن ۾ ياد ڪندا آهن.
- احسان ڪرڻ جو اصل فائدو هي آهي ته ڪنهن سان احسان ڪري، جتايو نه وڃي.

**احسان جون مختلف صورتون:** احسان جون مختلف صورتون آهن، جن مان ڪجهه هي آهن:

- محتاج ۽ نادار ماڻهن، جن ۾ پهريان حقدار مائٽ آهن، انهن جي مالي مدد ڪرڻ.
- ڪنهن کي تڪليف مان ڇوٽڪارو ڏيارڻ.
- جيڪڏهن ڪنهن جو ڪنهن جي مٿان حق هجي ته ان کي سٺي نموني ادا ڪرڻ.
- ڏوهارين جون غلطيون معاف ڪرڻ ۽ ڪاوڙ کي پيئڻ.
- ڪنهن غريب يا ويجهي مائٽ کان ڪا اهڙي حرڪت ٿئي، جنهن سان ناراضگي پيدا ٿئي ته ان کي معاف ڪرڻ ۽ ان سان ڀلائي ڪندو رهڻ.
- پاڙيسرين ۽ ويجهن مائٽن سان سُٺي سلوڪ سان پيش اچڻ به احسان آهي.
- ڪنهن قرضدار جو قرض لاهڻ.
- شاگردن کي امتحان جي تياري ڪرائڻ ۾ مدد ڪرڻ به احسان آهي.

ان مان اسان کي هي سبق مليو ته احسان جي اعلىٰ صفت کي اختيار ڪندي، انسان ذات ۽ الله تعالىٰ جي ٻي مخلوق سان احسان واري صفت تي عمل ڪري، سماج کي پرسڪون ۽ ڪامياب بڻايون.

- احسان جو مطلب هي آهي تہ ڪنهن کي واجب حق ادا ڪرڻ کان وڌيڪ ڏجي يا ڪنهن جي غلطي کي معاف ڪجي.
- سڀ کان وڌيڪ احسان ڪندڙ اللّٰہ تعالیٰ جي ذات آهي. احسان اللّٰہ تعالیٰ جي صفت آهي. هن صفت کي اختيار ڪندي پانهو اللّٰہ تعالیٰ وٽ محبوب بڻجي وڃي ٿو.
- احسان اها اعلیٰ ۽ جامع نيڪي آهي، جنهن ۾ رواداري، برداشت، سُٺو سلوڪ ۽ معافي اهي سڀ نيڪيون هن ۾ شامل آهن.
- قرآن مجيد ۾ ٻين سان احسان ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. اللّٰہ تعالیٰ فرمائي ٿو: "۽ چڱائي ڪريو، ڇو تہ اللّٰہ چڱائي ڪندڙن کي دوست رکندو آهي".
- حضور ﷺ جن جي سموري زندگي ٻين سان احسان ڪرڻ جي مثالن سان ڀريل آهي. فتح مڪي جي دوران پاڻ سڳورن ﷺ مڪي جي سيني مشرڪن، جن پاڻ سڳورن ﷺ ۽ صحابن سڳورن رضي الله عنهم کي تڪليفن ڏيڻ ۾ ڪا بہ ڪسر نہ ڇڏي هئي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي جان جا دشمن بڻيا هئا، انهن تي احسان ڪندي ڪين معاف ڪري ڇڏيو.

| شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي | شاگرد ۽ شاگردياڻيون پنهنجي زندگيءَ جي واقعن مان احسان جو ڪو خاص واقعو پنهنجي پنهنجي ڪاپيءَ تي لکي استاد صاحبن کي ڏيکارين. |
|---|---|

# مشق

## ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- احسان مان ڇا مراد آهي؟

٢- الله تعاليٰ احسان بابت قرآن مجيد ۾ ڇا ارشاد فرمايو آهي؟

٣- نبي ڪريم ﷺ جن جي حياتي مبارڪ مان احسان جو ڪو به واقعو بيان ڪريو.

٤- شاگرد جي حيثيت ۾ توهان پنهنجي ساٿين تي ڪيئن احسان ڪري سگهو ٿا؟

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- فتح مڪه جي موقعي تي حضور ﷺ پنهنجي جاني دشمنن کي:

(الف) قيد ڪري ڇڏيو (ب) معاف ڪري ڇڏيو

(ج) قتل ڪري ڇڏيو (د) شهر نيڪال ڪري ڇڏيو

٢- احسان جو مطلب آهي:

(الف) پنهنجي ڳالهه جتائڻ (ب) ڀلائيءَ جي بدران برائي ڪرڻ

(ج) واجب حق کان وڌيڪ ادا ڪرڻ (د) مجبوريءَ جي حالت ۾ قرض ڏيڻ

٣- الله تعاليٰ احسان ڪندڙن کي:

(الف) ناپسند ڪري ٿو (ب) مُفلس ڪري ٿو

(ج) پسند ڪري ٿو (د) سزا ڏئي ٿو

## ٣. خال ڀَرِيو:

(١) اصل ۾ احسان الله تعاليٰ جي صفتن مان هڪ ________ آهي.

(٢) ۽ الله توکي جيڪي ڏنو آهي تنهن سان آخرت جي گهر جي ________ طلب ڪر.

(٣) بيشڪ الله ________ ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي.

## ۴. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- عدل جي معنىٰ آهي برابري جي رعايت رکڻ ۽ واجب حق ادا ڪرڻ. | | |
| ٢- احسان جو مطلب آهي ڪنهن کي حق ادا ڪرڻ کان روڪڻ. | | |
| ٣- ڪنهن سان احسان ڪرڻ نفرت ڪرڻ جو اهم سبب آهي. | | |
| ۴- حضور ﷺ جن جي سموري زندگي ماڻهن تي احسان ڪندي گذري. | | |
| ۵- اللّٰه تعالىٰ احسان ڪندڙن کي دوست رکندو آهي. | | |

## ۵. ڪالم ١- جي لفظن کي ڪالم ٢- جي مناسب لفظن سان ملائيءِ جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
|---|---|
| ١- احسان جو مطلب آهي ته ڪنهن کي | اللّٰه تعالىٰ جي صفتن مان هڪ صفت آهي. |
| ٢- اصل ۾ احسان | ماڻهن تي احسان ڪندي گذري. |
| ٣- حضور ﷺ جن جي سموري زندگي | محبت ۽ ڀائيچارو پيدا ٿئي ٿو. |
| ۴- احسان ڪرڻ سان سماج ۾ پاڻ ۾ | تياري ڪرائڻ ۾ مدد ڪرڻ به احسان آهي. |
| ۵- شاگردن کي امتحان ۾ | واجب حق ادا ڪرڻ کان وڌيڪ ڏيڻ. |

استاد صاحبَ شاگردن ۽ شاگردياڻين کي احسان ۽ عدل جي وچ ۾ فرق کي واضح طور سمجهائين

# ۵- مُلڪ ۽ مِلّت لاءِ ايثار جو جذبو

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- ايثار جي معنيٰ ۽ مفهوم جاڻي بيان ڪري سگهندا.
- ملڪ ۽ ملت لاءِ ايثار ۽ قربانيءَ جي جذبي جي فضيلت بابت آگاهه ٿي پڌائي سگهندا.
- اسلام ۾ ايثار جي جذبي ۽ وطن جي محبت جي اهميت کان آگاهه ٿي وضاحت ڪري سگهندا.
- اسلامي تاريخ ۽ پاڪستاني تاريخ ۾ ملڪ ۽ مِلّت لاءِ ايثار ۽ قربانيءَ جا جيڪي جذبا ڏسڻ ۾ آيا آهن، اهي لکي سگهندا.
- مُلڪ ۽ مِلّت لاءِ ايثار ۽ قربانيءَ جا طريقا ڄاڻي، انهن تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري سگهندا.
- ملڪ ۾ امن، سڪون ۽ خوشحالي آڻڻ لاءِ عمل جوڳيون تجويزون ڏئي سگهندا ۽ روزمره جي زندگيءَ ۾ انهن تي عمل ڪري سگهندا.

**ايثار جي معنيٰ ۽ مفهوم:** ”ايثار“ جي معنيٰ آهي ”ترجيح ڏيڻ“ ايثار مان مراد آهي ته پنهنجي ضرورت کي قربان ڪندي، ٻين جي ضرورتن جو خيال رکڻ ۽ انهن کي پورو ڪرڻ مثال طور تي پنهنجو پاڻ کي بکيو رکي، ٻين بکايلن کي کارائڻ، پاڻ کي تڪليف ۾ رکي، ٻئي جي سڪون ۽ آرام جو خيال رکڻ، پنهنجو پاڻ کي هيٺ ڪري ٻئي کي اهميت ڏيڻ ۽ وچٿرائيءَ واري وات اختيار ڪندي پنهنجو مال الله تعاليٰ جي وات ۾ خرچ ڪرڻ. جيئن الله تعاليٰ جو فرمان مبارڪ آهي:

لَنۡ تَنَالُوا الۡبِرَّ حَتّٰى تُنۡفِقُوۡا مِمَّا تُحِبُّوۡنَ ؕ (آل عمران: ٩٢)

”چڱائيءَ کي ايسين ڪڏهن نہ پهچندؤ، جيسين جن شين کي دوست رکندا آهيو تن مان خرچ نہ ڪريو“.

يعني ايثار هر ان ڪم کي چئبو آهي، جيڪو ٻين کي فائدو پهچائڻ جي نيت سان ڪيو وڃي. يا ڪو اهڙو ڪارنامو سرانجام ڏنو وڃي، جنهن ۾ ملڪ ۽ مِلّت جي بهتري هجي ۽ ان سان قوم جي هر فرد کي فائدو پهچي. اسان جي پياري نبي ڪريم حضرت محمد ﷺ جن جي پوري حياتي مبارڪ اهڙن بيشمار واقعن سان ڀريل آهي. صرف اهو نہ، پر پاڻ سڳورن ﷺ جن جا ساٿي صحابہ سڳورا رضي الله عنهم بہ ايثار جي جذبي سان مالامال ٿي ملڪ ۽ ملت لاءِ خدمت ڪرڻ لاءِ اڳرا رهندا هئا.

**مُلڪ ۽ مِلّت لاءِ ايثار جا مثالَ:** دين اسلام ايثار جو سبق سيکاريندي، آگاهہ ڪيو آهي تہ سڀ کان وڏو ايثار اهو آهي تہ ملڪ ۽ ملّت جي فائدي لاءِ پنهنجي ذاتي فائدن کي قربان ڪيو وڃي تہ جيئن مِلّت جي ماڻهن کي اجتماعي فائدو پهچي. اسلامي تاريخ ۾ ايثار ۽ قربانيءَ جا بيشمار واقعا ڀريل آهن. ايثار جو سڀ کان وڏو مظاهرو مديني جي انصارن مڪي جي مهاجرن لاءِ ڪيو هو. حضور ﷺ انصارن ۽ مهاجرن ۾ ڀائپيءَ جو رشتو قائم ڪيو تہ انصارن خوشيءَ سان مهاجرن کي نہ صرف پنهنجن گهرن ۾ رهايو، پر پنهنجين ملڪيتن ۾ بہ ڀاڱيوار ڪيو. الله تعاليٰ جو ارشاد آهي:

وَ يُؤۡثِرُوۡنَ عَلٰٓى اَنۡفُسِهِمۡ وَ لَوۡ كَانَ بِهِمۡ خَصَاصَةٌ ؕ (الحشر: ٩)

”۽ ٻين کي پاڻ کان ترجيح ڏيندا آهن توڙي کين ڪو احتياج بہ هوندو آهي“.

جيڪڏهن ايثار جو جذبو ڏسڻو هجي تہ يرموڪ جي جنگ کي ياد ڪريو، جڏهن ڪجهہ مجاهد زخمي ٿي پيا ۽ اُڃ جي سختيءَ سبب تڙ پڻ لڳا ۽ پاڻي گهري رهيا هئا. هڪ مجاهد جو اتان گذر ٿيو تہ انهن کيس پاڻي پيئارڻ لاءِ چيو. اهو مجاهد پاڻي پيئارڻ لاءِ جهڪيو تہ زخمي مجاهد پاسي واري مجاهد ڏانهن اشارو ڪيو تہ هو بہ اُڃ جي ڪري تڙپي رهيو آهي، اڳ ۾ ان کي پاڻي پيئاريو. جڏهن مجاهد ان زخميءَ وٽ پهتو تہ ان زخمي مجاهد ٽئين مجاهد ڏانهن اشارو ڪيو ۽ چيو تہ پاڻي هن کي پيئاريو. جڏهن مجاهد ان وٽ پهتو تہ اهو سخت زخمي هو ۽ الله جي واٽ ۾ شهيد ٿي چڪو هو. جڏهن هو واپس ٻئي مجاهد وٽ پهتو تہ اهو بہ شهيد ٿي چڪو هو ۽ جڏهن سڀ کان پهرئين زخمي مجاهد وٽ پهتو تہ اهو بہ الله جي واٽ ۾ شهيد ٿي چڪو

هو. ايثار جو اهڙو اعليٰ مثال جنهن ۾ پنهنجي جان قربان ڪرڻي پوي، تمام گهٽ ملي ٿو.

اهڙيءَ طرح حضرت ابوطلحه انصاري ﷛ جو قصو جيڪو حديث پاڪ ۾ آهي جو هڪ پيرو هڪ شخص مسجد نبوي ﷺ ۾ حاضر ٿيو، اهو بکايل هو. حضور ﷺ جن فرمايو: ”اڄ رات جيڪو شخص هن کي مهمان بڻائيندو، الله تعاليٰ ان تي رحم فرمائيندو“. اها نيڪي حضرت ابوطلحه انصاري ﷛ کي حاصل ٿي. هو ان مهمان کي پنهنجي گهر وٺي ويو. زال کان پڇيائين ته گهر ۾ کائڻ لاءِ ڪجهه آهي؟ زال ٻُڌايو ته ٻارن لاءِ ڪجهه کاڌو آهي. هن چيو ته ٻارن کي بکيو سمهاري ڇڏ، اسان ٻئي به بکيا رهنداسين. جڏهن کاڌو کائڻ جو وقت ٿئي ته تون ڏيئو وسائي ڇڏجانءِ. کاڌي کائڻ وقت اسان مهمان سان گڏ کائڻ جو بهانو ڪنداسين ته جيئن هو سمجهي ته اسان به هن سان گڏ کائي رهيا آهيون. هنن ائين ئي ڪيو. صبح جو جڏهن اهو صحابي رسول الله ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته الله تعاليٰ توهان جي ان سُٺي سلوڪ مان ڏاڍو خوش ٿيو آهي“.

مُلڪ ۽ مِلّت لاءِ ايثار ۽ قربانيءَ جو هڪ مثال ١٩٤٧ع ۾ ڏسڻ ۾ آيو. جڏهن تاريخ جي سڀ کان وڏي هجرت ٿي رهي هئي ۽ مسلمان مهاجرن لاءِ قافلا هندوستان کان هجرت ڪري پاڪستان اچي رهيا هئا ته پاڪستان، خاص طور تي سنڌ جي مقامي رهاڪن هندوستان جي مهاجرن لاءِ پنهنجيون دليون کولي ڇڏيون ۽ انهن کي هر طرح جو آرام ۽ سک پهچائي بي مثال ايثار جو مظاهرو ڪيو.

اسان جي پياري ملڪ تي جڏهن به ڏکيو وقت آيو آهي، ته ماڻهن نه صرف مالي طور تي ايثار جو مظاهرو ڪيو آهي، پر پنهنجون جانيون به ملڪ جي عزت تي نڇاور ڪرڻ ۾ نه ڪيٻايو آهي. جنهن جو زنده مثال ١٩٦٥ع جي جنگ آهي، جنهن ۾ ماڻهن نه رڳو پنهنجي گهرن جو سامان وڪڻي ملڪي بچاءَ لاءِ ڏنو، پر قطارن ۾ بيهي زخمي سپاهين لاءِ رت ڏيڻ جي مدد ڪندا رهيا.

ملڪ ۾ جڏهن به ڪا آفت مثال طور سامونڊي طوفان يا ٻوڏ آئي آهي ته ملڪ جا ماڻهو عام طور تي ۽ سنڌ جا ماڻهو خاص طور تي پنهنجن متاثر ڀائرن جي مدد لاءِ هميشه اڳ اڳرا رهيا آهن. جيئن سنڌ جي بدين شهر جي علائقي ۾ ١٩٩٩ع ۾ ٻوڏ جي آفت ۽ ٢٠١١ع ۾ مسلسل مينهن جي آفت ۾ سنڌ جي ماڻهن متاثرن جي دل کولي مدد ڪئي. اهي سڀ ملڪ ۽ ملت جي لاءِ ايثار جا بهترين مثال آهن. ان کان سواءِ ملڪ تي دشمن جي حملي وقت پاڪستاني فوج سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي، انهن جي اخلاقي، جسماني ۽ مالي مدد ڪرڻ پڻ ايثار ۾ شامل آهي.

سنه ٢٠٠٥ع ۾ ڪشمير ۽ اترئين علائقن ۾ جيڪو زلزلو آيو هو، ان ۾ ماڻهن پنهنجو تَن، مَن ۽ ڌَن سڀ ڪجهه قربان ڪري، متاثرين جي ڏکن ۾ شريڪ ٿيا. زنده قومون هميشه ايثار جي جذبي سان ڀريل هونديون آهن.

هن مان اسان کي اهو سبق مليو ته جڏهن به ملڪ ۽ مِلّت تي ڏکيو وقت اچي، ته اسين پوري قوم گڏجي پنهنجي ضرورتن کي قربان ڪري، ايثار جو بيمثال مظاهرو ڪريون ۽ اسلاف جي ايثار ۽ قربانيءَ وارن جذبن جي روشنيءَ ۾ ملڪ ۽ مِلّت جي سلامتي، امن ۽ سڪون، ڀائيچاري، ترقي ۽ خوشحاليءَ کي وڌائڻ لاءِ هر وقت تيار رهون.

- ايثار” جي معنىٰ آهي ”ترجيح ڏيڻ“ ايثار مان مراد آهي ته پنهنجي ضرورت کي قربان ڪندي، ٻين جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ ۽ کين فائدو پهچائڻ.
- اسلام جتي ٻين سُٺن اخلاقن تي زور ڏنو آهي، اتي ايثار جي عادت اختيار ڪرڻ جو تاڪيد پڻ ڪيو آهي.
- حضرت ابوطلحه رضي الله عنه جي مهمان نوازي ۽ غزوه يرموڪ ۾ شهيد ٿيندڙ مجاهدن جي قرباني، ايثار لاءِ روشن واٽ آهي.
- سنه ١٩٤٧ع ۾ ايثار جو جذبو ڏسڻ ۾ آيو، جڏهن هندوستان مان ماڻهو هجرت ڪري پاڪستان اچي رهيا هئا ته سنڌ جي مقامي رهاڪن مهاجرن لاءِ پنهنجيون دليون کولي ڇڏيون.
- سنه ١٩٦٥ع جي جنگ، سنه ١٩٩٩ع ۾ بدين ۾ طوفان، سنه ٢٠٠٥ع ۾ ڪشمير ۾ زلزلي، سنه ٢٠١٠ جي ٻوڏ ۽ سنه ٢٠١١ع ۾ مينهن جي آفتن ۾ سنڌ جي ماڻهن جو ايثار وسارڻ جوڳو ناهي.

| شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي | شاگرد ۽ شاگردياڻيون پنهنجي زندگيءَ جي واقعن مان ”ايثار“ تي ڏهن سٽن جو مضمون لکي پنهنجن استادن کي ڏيکارين. |
| --- | --- |

# مشق

## ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

- ١- ايثار مان ڇا مراد آهي؟
- ٢- مديني جي انصار ايثار جو مظاهرو ڪهڙيءَ ريت ڪيو؟
- ٣- جنگ يرموڪ ۾ ايثار جي مظاهري جو مثال بيان ڪريو.
- ٤- ملڪ ۽ ملّت تي ڏکيو وقت اچڻ تي اسان ڪهڙيءَ طرح ايثار ڪري سگهنداسين؟ ڪي ٻه ٻه صورتون لکو.

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- ايثار جي لغوي معنىٰ آهي:

(الف) انصاف ڪرڻ　(ب) نرمي ڪرڻ
(ج) ترجيح ڏيڻ　(د) سخاوت ڪرڻ

٢- ايثار جو سڀ کان وڏو مظاهرو مديني جي انصارن ڪيو:

(الف) قباء جي رهاڪن لاءِ　(ب) مڪي جي مهاجرن لاءِ
(ج) حبشه جي رهاڪن لاءِ　(د) وادي عُسفان جي رهاڪن لاءِ

٣- جيڪڏهن ايثار جو جذبو ڏسڻو هجي ته ياد ڪريو:

(الف) قادسيه جي جنگ کي　(ب) دومة الجندل جي جنگ کي
(ج) عين التّمر جي جنگ کي　(د) يرموڪ جي جنگ کي

## ٣. خال ڀريو:

(١) حضور ﷺ مهاجرن ۽ انصار ۾ ________ جو رشتو قائم ڪيو.

(٢) حضور ﷺ جن فرمايو ته اڄ رات جيڪو شخص هن کي ________ بڻائيندو ته الله تعالىٰ ان تي رحم فرمائيندو.

(٣) زنده قومون هميشه ايثار جي جذبي سان ________ رهنديون آهن.

### ۴. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ۱- ”ايثار“ جي لغوي معنىٰ آهي ”ترجيح ڏيڻ“. | | |
| ۲- پاڻ کي فائدو پهچائڻ جي نيت سان جيڪو ڪم ڪيو وڃي، ان کي ايثار چئبو آهي. | | |
| ۳- ايثار جو سڀ کان وڏو مظاهرو مديني جي انصارن مهاجرن لاءِ ڪيو. | | |
| ۴- اسلام ۾ ايثار جي عادت اختيار ڪرڻ جو تاڪيد ڪيو آهي. | | |
| ۵- جيڪڏهن ايثار جو جذبو ڏسڻو هجي ته حُنين جي جنگ کي ڏسو | | |

### ۵. ڪالم ۱ - جي لفظن کي ڪالم ۲ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-۱ | ڪالم-۲ |
|---|---|
| ۱- سنه ۲۰۰۵ع ۾ پاڪستان ۾ زلزلو | بيهي زخمي سپاهين لاءِ رت ڏني. |
| ۲- يرموڪ جي جنگ ۾ ايثار جو بي مثال مظاهرو | تي ترجيح ڏيڻ کي ”ايثار“ چئبو آهي. |
| ۳- سنه ۱۹۶۵ع جي جنگ ۾ ماڻهن قطارن ۾ | ڪشمير ۽ ڏاڪڻين علائقن ۾ آيو. |
| ۴- ٻين جي ضرورتن کي پنهنجي ضرورت | ڪجهه زخمي مجاهدن ڪيو. |

#### استادن لاءِ هدايت

قرآن مجيد جي آيت ” ”وَ يُؤْثِرُوْنَ عَلٰٓى اَنْفُسِهِمْ وَ لَوْ كَانَ بِهِمْ خَصَاصَةٌ “ جو ترجمو بيان ڪندي شاگردن ۽ شاگردياڻين کي وڌيڪ تفصيل کان آگاهه ڪريو.

# ٦- حقوق العباد

## (والدين - اولاد- استاد- پاڙيسري)

**حقوق العباد جو مفهوم :** "حُقوق" جمع آهي "حق" جو، جنهن جي معنىٰ آهي ثابت ٿيندڙ شيءِ. يعني اهڙي شيءِ جيڪا لازمي ۽ ضروري هجي. "العباد" جمع آهي "عبد" جو، جنهن جي معنىٰ آهي ٻانهو ۽ غلام. "حقوق العباد" جي معنىٰ ٿي ٻانهن جا حق يعني اهي معاملا، جيڪي ٻانهن جا هڪ ٻئي مٿان لاڳو ٿين. "حقوق العباد" جي مقابلي ۾ "حقوق الله" آهن يعني الله تعالىٰ جا حق، جيڪي ٻانهن تي لاڳو ٿين.

حقوق العباد مان مراد الله تعالىٰ جي مخلوق يعني انسانن جا حق آهن، جن کي ادا ڪرڻ سان اسان جو سماج راحت، امن، محبت ۽ سڪون جي لائق بڻجندو ۽ اهي حق ادا نه ڪرڻ جي صورت ۾ سماج بدامني، فساد، دشمني ۽ بيبن براين جو شڪار ٿيندو. حقوق العباد ۾ جن ماڻهن کي شامل ڪري سگهجي ٿو، انهن ۾ خاص طور تي والدين، مڙس، زال، ٻار، ڀاءُ ڀيڻ، ڀيا ويجها مٽ مائٽ، استادَ ، پاڙيسري ۽ عام شهري شامل آهن. اسلام انهن سڀني جا حقَ مقرر ڪيا آهن ۽ انهن جي حقن ادا ڪرڻ جو حڪم ڪيو آهي.

## (الف) والدين جا حقَ

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- والدين جي حقن ۽ انهن جي اهميت بابت معلومات پڙهي بيان ڪري سگهندا.
- والدين جي حقن جي ادائگيءَ تي عمل ڪري سگهندا.
- والدين جا حق پورا ڪري گهر ۽ سماج کي سٺو بڻائي سگهندا.

انسان جڏهن دنيا ۾ اک کولي ٿو ته سندس واسطو سڀ کان اڳ ۾ جن ماڻهن سان پوي ٿو، اهي سندس والدين يعني ماءُ ۽ پيءُ آهن. والدين پنهنجي اولاد جي پرورش لاءِ گهڻيون تڪليفون ڏسندا ۽ پنهنجي اولاد جي سڪون ۽ آرام لاءِ هر وقت تڪليفون برداشت ڪندا آهن.

**والدين جي حقن جي اهميت:** اسلام اولاد کي والدين سان نيڪي ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي. نه رڳو اهو، پر الله تعاليٰ والدين جي حقن جو ذڪر پنهنجي عبادت جي حڪم سان گڏ ڪيو آهي. قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو:

وَ اِذْ اَخَذْنَا مِيْثَاقَ بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ لَا تَعْبُدُوْنَ اِلَّا اللّٰهَ وَ بِالْوَالِدَيْنِ اِحْسَانًا (البقره: آيت ٨٣)

”۽ جڏهن بني اسرائيلن کان انجام ورتوسون ته الله کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي عبادت نه ڪريو ۽ ماءُ پيءُ سان چڱائي ڪريو“.

ٻيءَ جاءِ تي الله تعاليٰ ارشاد فرمايو آهي:

اِمَّا يَبْلُغَنَّ عِنْدَكَ الْكِبَرَ اَحَدُهُمَآ اَوْ كِلٰهُمَا فَلَا تَقُلْ لَّهُمَآ اُفٍّ وَّلَا تَنْهَرْهُمَا وَقُلْ لَّهُمَا قَوْلًا كَرِيْمًا ﴿٢٣﴾

(بني اسرائيل: آيت ٢٣)

”جيڪڏهن ٻنهي مان ڪو هڪڙو تنهنجي آڏو ٻڍاپيءَ کي پهچي يا ٻئي ته ڪين تون اُف (ٻه) نه چئج ۽ نڪي ڪين جهڻڪج ۽ ساڻن چڱي ڳالهه ڳالهائج“.

جيڪڏهن والدين مشرڪ ٻه هجن ته ٻه انهن سان سٺو سلوڪ ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. البت جيڪڏهن والدين اولاد کي شرڪ ڪرڻ تي مجبور ڪن ته انهن جي ڳالهه نه مڃڻ گهرجي، پر ٻين دنياوي معاملن ۾ ساڻن سٺو سلوڪ ڪرڻ گهرجي.

ٻيون ٻه ڪيترين ئي حديثون والدين جي حقن جي اهميت کي روشن ڪن ٿيون مثلاً :

- حضور ﷺ جن ارشاد فرمايو آهي ته ”رب جو راضپو پيءُ جي راضپي ۾ آهي.
- ٻي حديث ۾ آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: ”اهو شخص خوار ٿئي، خوار ٿئي، خوار ٿئي. صحابن پڇيو ته ڪير اي الله جا رسول؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو: ”جنهن جي زندگيءَ ۾ والدين يا انهن مان ڪو هڪ پوڙهو ٿي وڃي ۽ اهو شخص انهن جي خدمت نه ڪري جنت ۾ داخل ٿيڻ کان محروم رهي“. اسلام ماءُ جا حق ادا ڪرڻ تي خاص زور ڏنو آهي، ڇاڪاڻ ته هوءَ ٻارن جي پرورش ۾ پيءُ جي مقابلي ۾ وڌيڪ تڪليفون سهندي آهي

- حضور ﷺ جن وٽ هڪ صحابي ﷜ آيو ۽ جهاد تي وڃڻ جي خواهش ظاهر ڪيائين ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کان اجازت گهريائين. پاڻ سڳورن ﷺ جن ان کان پڇيو ته ڇا تنهنجا ماءُ پيءُ زنده آهن؟ صحابيءَ عرض ڪيو ته جي ها اي الله جا رسول! حضور ﷺ جن ارشاد فرمايو ته وڃ، انهن جي خدمت ڪر، اهو تنهنجو فرض آهي“.

## والدين جي حقن جا ڪجهه اهم نڪتا:

- والدين سان نرميءَ سان پيش اچڻ.
- والدين جي هر حڪم جي فرمانبرداري ڪرڻ.
- والدين جي هر جائز ضرورت کي وس آهر پورو ڪرڻ.
- والدين سان پيار ۽ محبت واري لهجي ۾ ڳالهائڻ.
- والدين جي حق ۾ خير جي دعا ڪرڻ.
- انهن جي وفات کان پوءِ سندن لاءِ الله تعاليٰ کان بخشش جي دعا ڪندو رهڻ.
- جڏهن والدين پوڙهائپ جي عمر کي پهچن ته انهن جي خدمت جو خيال رکڻ ۽ انهن جي سامهون ”اُف“ نه چوڻ.
- والدين کان پنهنجي لاءِ دعا ڪرائيندو رهڻ.

قرآني آيتن ۽ حديثن جي مطالعي مان اسان کي خبر پئي ٿي ته والدين جو ادب ڪرڻ اولاد جي مٿان فرض آهي. انهن جي هر جائز ضرورتن جو خيال رکڻ گهرجي ۽ خدمت ۾ ڪا به ڪسر نه ڇڏڻ گهرجي. خاص طور تي جڏهن اهي پوڙهائپ جي عمر کي پهچن.

ان مان اسان کي هي سبق مليو ته والدين جو بيحد گهڻو ادب، احترام ۽ فرمانبرداري ڪجي ته جيئن الله تعاليٰ ۽ سندس رسول ﷺ اسان کان خوش ٿين ۽ الله تعاليٰ اسان کي دنيا ۽ آخرت ۾ ڪاميابي عطا فرمائي.

- حقوق العباد مان مراد انسانن جا حق آهن. انسانن جا هڪ ٻئي تي حق لاڳو ٿين ٿا، انهن کي پورو ڪرڻ فرض آهي.
- حقوق العباد ۾ والدين، مٽرس، زال، ٻارن، ويجهن مٽن مائٽن، استادن، پاڙيسرين ۽ عام شهرين جا حق شامل آهن.
- الله تعاليٰ جي حقن کان پوءِ سڀ کان وڌيڪ اهميت والدين جي حقن جي آهي.

**شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي**

- اوهان پنهنجي والدين جي ڪهڙيءَ ريت خدمت ڪندا آهيو؟ واري واري سان پنهنجن ساٿين کي ٻڌايو.
- هن سبق ۾ بيان ڪيل قرآن مجيد جي ٻي نمبر آيت جي روشنيءَ ۾ والدين جي حقن جا نڪتا لکو.

# مشق

## ا. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- حقوق العباد مان ڇا مراد آهي؟
٢- قران مجيد والدين سان پوڙهپ جي حالت ۾ ڪهڙو سلوڪ ڪرڻ جو حڪم ڪيو آهي؟
٣- حضور ﷺ والدين جي باري ۾ ڇا فرمايو آهي؟
٤- ”اهو شخص خوار ٿئي، خوار ٿئي، خوار ٿئي“ هي لفظ حضور ﷺ جن ڪنهن بابت فرمايا آهن؟
٥- اسلام ماءُ جي حقن کي پيءُ جي حقن تي ترجيح ڇو ڏني آهي؟

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- قرآن مجيد جي هدايتن مطابق والدين سان سلوڪ ڪريو:

(الف) بُرو
(ب) مناسب
(ج) سٺو
(د) نامناسب

٢- جيڪڏهن ماءُ پيءُ پوڙهائپ جي عمر کي پهچن ته انهن سان مخاطب ٿجي:

(الف) رڙين سان
(ب) دڙڪي سان
(ج) ناراضگيءَ سان
(د) ادب سان

٣- حديث جي روشنيءَ ۾ رب جو راضپو آهي:

(الف) پيءُ جي راضپي ۾
(ب) ياءُ جي راضپي ۾
(ج) چاچي جي راضپي ۾
(د) ڀيڻ جي راضپي ۾

٤- جيڪڏهن والدين مشرڪ به هجن ته انهن سان سلوڪ ڪرڻ گهرجي:

(الف) بُرو
(ب) سٺو
(ج) ڪڏهن سٺو ڪڏهن بُرو
(د) نه سٺو نه بُرو

## ٣. خال ڀَرِيو:

(١) ۾ والدين سان ________ ڪريو.

(٢) جيڪڏهن والدين غيرمسلم يا مشرڪ به هجن ته به انهن سان ________ ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي.

(٣) والدين جو ادب ڪرڻ اولاد تي ________ آهي.

(٤) حضور ﷺ جن وٽ هڪ صحابي آيو ۽ ________ تي وڃڻ جو مشورو ورتائين.

### ٤. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- ”حقوق العباد“ جي معنىٰ آهي الله تعاليٰ جا حق. | | |
| ٢- اسلام اولاد کي والدين سان نيڪيءَ سان پيش اچڻ جو حڪم ڏنو آهي. | | |
| ٣- جيڪڏهن والدين مشرڪ هجن ته انهن سان سٺو سلوڪ نه ڪجي. | | |
| ٤- اسلام ماءُ جا حق ادا ڪرڻ جو وڏيڪ حڪم ڏنو آهي. | | |
| ٥- دنياوي معاملن ۾ والدين سان سٺي رويي سان پيش اچجي. | | |

### ٥. ڪالم ١ - جي لفظن کي ڪالم ٢ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم - ١ | ڪالم - ٢ |
|---|---|
| ١- حق جي معنىٰ آهي | الله تعاليٰ جي مخلوق يعني انسانن جا حق آهن. |
| ٢- حقوق العباد مان مراد | نيڪيءَ سان پيش اچڻ جو حڪم ڏنو آهي. |
| ٣- اسلام اولاد کي والدين سان | ثابت ٿيندڙ شيءِ. |
| ٤- جيڪڏهن والدين مشرڪ به هجن ته به | سندن احترام ۽ فرمانبرداري ڪجي. |
| ٥- والدين جو بيحد ادب ۽ | انهن سان سٺو سلوڪ ڪجي. |

**استادن لاءِ هدايت**

استاد صاحبن کي گهرجي ته شاگردن ۽ شاگردياڻين کي والدين جي فرمانبرداري ۽ نافرمانيءَ جو انجام واقعن جي روشنيءَ ۾ سمجهائين.

## (ب) اولاد جا حق

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق بڻجندا تہ اُهي:

- والدين تي اولاد جا جيڪي حق آهن، انهن بابت آگاهہ ٿي بيان ڪري سگهندا.
- اسلامي تاريخ مان اولاد جي بهترين تعليم ۽ تربيت جا واقعا ڇاڻي سگهندا ۽ بحث ڪري سگهندا.
- اولاد کي سماج ۾ ڪارائتو ۽ سٺو شهري ڪيئن بڻائجي، ان بابت ڄاڻ حاصل ڪري، بيان ڪري سگهندا.
- اولاد جي سٺي تربيت ۽ بهترين تعليم بابت آگاهہ ٿي بيان ڪري، ان تي عمل ڪري سگهندا.

**تعارف:** اسلام جهڙي طرح اولاد تي والدين جا حق مقرر ڪيا آهن، اهڙيءَ ريت والدين تي پڻ پنهنجي اولاد جا حق مقرر فرمايا آهن، جن کي پورو ڪرڻ جو والدين کي تاڪيد ڪيو ويو آهي. دور جاهليت جي نهايت ظالماڻين رسمن مان هڪ رسم ٻارن کي ماري ڇڏڻ ۽ ٻارڙين کي قبرن ۾ زنده پورڻ بہ هئي. والدين ٻارن کي پنهنجن بتن جي راضپي لاءِ ڪُهندا هئا. بک ۽ تنگدستيءَ جي رسم ڪان پڻ ٻارن ۽ ٻارڙين کي قتل ڪيو ويندو هو. اسلام اچي انهن غلط ۽ ظالماڻين رسمن کي ختم ڪيو. الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ ارشاد فرمايو:

قَدۡ خَسِرَ الَّذِيۡنَ قَتَلُوۡۤا اَوۡلَادَهُمۡ سَفَهًاۢ بِغَيۡرِ عِلۡمٍ (الانعام: ١٤٠)

”جن پنهنجي اولاد کي بنا علم جي بيوقوفي ڪري ڪُنو، سي بيشڪ نقصان وارا ٿيا“.

اهڙيءَ طرح ٻي آيت ۾ الله تعاليٰ ارشاد فرمايو آهي:

”۽ پنهنجن ٻارن کي سُڃائيءَ جي ڊپ کان نہ ڪُهو، اسين کين ۽ (خود) اوهان کي روزي ڏيندا آهيون، بيشڪ انهن کي ڪُهڻ وڏو ڏوهہ آهي“. (بني اسرائيل: ٣١)

**اولاد جا حقَ:** اولاد والدين جي لاءِ الله تعاليٰ جي طرفان هڪ وڏي نعمت آهي. والدين کي گهرجي تہ هو ان نعمت تي الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪن. ٻار معصوم ۽ گلن وانگر هوندا آهن. اسان جا پيارا نبي ڪريم ﷺ ٻارن سان بيحد پيار ڪندا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ ٻارن ۽ ٻارڙين جي پرورش بابت ڪافي هدايتون ڏنيون آهن.

- هڪ موقعي تي پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو تہ پيءُ جو پنهنجي ٻار کي ڪو ادب سيکارڻ هڪ صاع صدقو ڪرڻ کان بهتر آهي.
- هڪ ڀيري حضور ڪريم ﷺ فرمايو تہ ڪوبہ پيءُ پنهنجي ٻار کي ان کان وڌيڪ ڪو تحفو نٿو ڏئي سگهي جو هو کيس سٺي تعليم ڏئي.
- نبي ڪريم ﷺ جن ڇوڪرين بابت ارشاد فرمايو آهي تہ جيڪو شخص ٻن ڇوڪرين جي پرورش ڪندو، ايستائين جو اهي عقلمنديءَ واري عمر کي پهچن، ان وقت پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجون ٻہ آڱريون ملائيندي فرمايو تہ قيامت جي ڏينهن ان شخص جو رتبو هيئن هوندو يعني هو ۽ آءٌ ايئن گڏ هونداسين، جيئن هي ٻئي آڱريون مليل آهن.

اسلامي تعليم موجب والدين جو فرض آهي تہ:

- جيتري سندس طاقت ۽ حيثيت هجي، ان مطابق پنهنجي اولاد جي بهترين پرورش ڪن.
- انهن جي خوراڪ، لباس ۽ ٻين جسماني ضرورتن جو خيال رکن.
- سٺي پرورش سان گڏوگڏ انهن جي سٺي تعليم، تربيت ۽ اخلاقي تربيت ڏانهن بہ ڌيان ڏين.
- ضرورت ۽ طاقت مطابق انهن جي اعليٰ تعليم جو خيال رکن ۽ انهن کي ديني تعليم تي بہ خاص توجهہ ڏين تہ جيئن وڏا ٿي هو نہ صرف سٺا مسلمان ثابت ٿين، پر سٺا انسان ۽ ملڪ ۽ سماج لاءِ سٺا شهري ۽ مفيد انسان ثابت ٿين.
- پنهنجي اولاد کي نيڪ بنائڻ، نيڪ صحبت اختيار ڪرڻ جي هرممڪن تربيت ڏني وڃي. اللّٰه تعاليٰ جو ارشاد آهي:

يَاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا قُوْٓا اَنْفُسَكُمْ وَ اَهْلِيْكُمْ نَارًا (التحريم:٦)

”اي ايمان وارؤ! پاڻ کي ۽ پنهنجي گهر جي ڀاتين کي باهہ کان بچايو“.

- جيڪڏهن ڪنهن کي هڪ کان وڌيڪ اولاد هجي تہ هر هڪ سان هڪ جهڙو ۽ برابريءَ وارو سلوڪ ۽ رويو رکجي. هڪ حديث ۾ آهي تہ هڪ صحابي پنهنجي ڇوڪرن مان ڪنهن هڪ کي هڪ باغ ملڪيت ۾ ڏنو ۽ حضور ﷺ جي خدمت ۾ آيو ۽ چيائين تہ اي اللّٰه جا رسول (ﷺ)! آءٌ هن ملڪيت ڏيڻ ۾ اوهان کي شاهد ڪريان ٿو. حضور ﷺ جن ان کان پڇا ڪئي تہ ڇا تو سڀني ڇوڪرن کي هڪ هڪ باغ ڏنو آهي؟ هن عرض ڪيو تہ نہ. تڏهن پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو آءٌ اهڙي ظالماڻي بخشش تي شاهد نہ بڻبس.

- جيڪڏهن طاقت هجي ته ٻارن جو عقيقو پڻ ڪجي.
- گهر ۾ انهن کي سٺو ۽ پاڪيزه ماحول فراهم ڪريو ۽ انهن جي تعليم ۽ تربيت جي حوالي سان ڪوتاهي نه ڪريو. ته جيئن اهي سٺن اخلاقن سان سينگارجن ۽ اسلامي سکيا سندن دل ۽ دماغ ۾ پڪي ٿئي.
- ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن سان هڪ جهڙو سلوڪ ڪريو. ڪنهن کي ڪنهن جي مٿان ترجيح نه ڏيو، نه ته اهي احساس محروميءَ جو شڪار ٿيندا.
- ننڍن ٻارن جي معمولي شرارتن ۽ ڪوتاهين کي نظرانداز ڪيو وڃي. اولاد کي هر وڳڙو روڪڻ، ٽوڪڻ، دڙڪو ڏيڻ ۽ مارڻ ڪٽڻ سان انهن جي عزت نفس مجروح ٿيندي آهي، خاص طور تي دوستن جي سامهون اولاد تي تنقيد انهن جي ذهني واڌ ويجهه تي اثرانداز ٿيندي آهي.
- ٻارن جي جسماني تربيت لاءِ انهن کي راند روند جو ڀرپور موقعو ڏيو.
- انهن جي ڪاميابين تي کين همت افزائيءَ طور انعام به ڏيو ته جيئن سندن حوصله افزائي ٿئي.
- ٻارن کي پيار ۽ محبت ڏيو، ها جيڪڏهن انهن ۾ ڪا تعليمي ڪوتاهي يا اخلاقي تربيت جي ڪوٽ ڏسو ته والدين جو فرض آهي ته انهن کان پڇاڻو ڪن ۽ کين تنبيهه ڪن ته جيئن انهن جي اصلاح ٿي سگهي.

- اسلام جهڙيءَ طرح اولاد تي والدين جا حق مقرر ڪيا آهن، اهڙيءَ طرح والدين جا پڻ اولاد جي مٿان ضروري حق مقرر ڪيا آهن.
- اولاد جي حقن مان والدين تي اهو حق پڻ آهي ته انهن جي پرورش، تربيت، تعليم ۽ شادي جو سٺي طريقي سان بندوبست ڪن.
- پنهنجي اولاد لاءِ ديني تعليم جو بندوبست ۽ سٺو ماحول مهيا ڪن.
- والدين کي پنهنجي پوري اولاد سان هڪ جهڙو سلوڪ ڪرڻ گهرجي.

قرآن مجيد جي آيت ”وَلَا تَقْتُلُوْٓا اَوْلَادَكُمْ خَشْيَةَ اِمْلَاقٍ ۭ نَحْنُ نَرْزُقُهُمْ وَاِيَّاكُمْ ۭ اِنَّ قَتْلَهُمْ كَانَ خِطْاً كَبِيْرًا“ ترجمي سان چارٽ تي لکي ڪلاس ۾ لڳايو.

# مشق

## ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- اسلام جاهليت جي دور جي جن رسمن کي ختم ڪيو، انهن مان ڪي ٻه ٻه بيان ڪريو.

٢- والدين تي اولاد جي حقن مان ڪي ٻه تي حق بيان ڪريو.

٣- هڪ کان وڌيڪ اولاد هئڻ جي صورت ۾ اسلام انهن سان ڪهڙو سلوڪ ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي؟

٤- اولاد کي بنا سبب روڪڻ ٽوڪڻ، دڙڪا ڏيڻ ۽ مارڻ سان انهن تي ڪهڙو اثر پوندو؟

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- اولاد والدين جي لاءِ الله تعالىٰ جي طرفان آهي:

(الف) زحمت
(ب) مصيبت
(ج) خشيت
(د) نعمت

٢- ننڍن ٻارن جي معمولي شرارتن تي:

(الف) کين معاف ڪريو
(ب) کين سزا ڏيو
(ج) کين انعام ڏيو
(د) سندن حال تي ڇڏي ڏيو

٣- اولاد کي بنا سبب روڪڻ ٽوڪڻ، دڙڪا ڏيڻ ۽ مارڻ ڪٽڻ سان:

(الف) سندن حوصله افزائي ٿيندي آهي
(ب) سندن تربيت ٿيندي آهي
(ج) سندن عزت نفس مجروح ٿيندي آهي
(د) کين خوشي ٿيندي آهي

٤- ٻارن جي جسماني تربيت لاءِ انهن کي موقعا ڏيو:

(الف) ڪاڌي پيتي جا
(ب) راند روند جا
(ج) پڙهائيءَ جا
(د) ڊرامن جا

### ٣. خال ڀريو:

(١) ٻار معصوم ۽ ________ وانگر هوندا آهن.

(٢) اسان جا پيارا نبي ڪريم ﷺ ٻارن سان بيحد ________ ڪندا هئا.

(٣) ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين سان ________ سلوڪ ڪريو.

(٤) ننڍن ٻارن جي معمولي شرارتن تي ڪين ________ ڪيو وڃي.

### ٤. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- جيڪڏهن طاقت هجي ته والدين اولاد جو عقيقو ڪن. | | |
| ٢- اولاد ماءُ پيءُ لاءِ زحمت هوندي آهي. | | |
| ٣- دوستن جي سامهون اولاد تي تنقيد ڪجي ۽ مارڻ گهرجي. | | |
| ٤- ٻارن کي گهرن ۾ سٺو ۽ پاڪيزه ماحول ڏجي. | | |
| ٥- هر اولاد سان هڪ جهڙو سلوڪ نه ڪجي. | | |

### ٥. ڪالم ١ - جي لفظن کي ڪالم ٢ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
|---|---|
| ١- اسلام والدين تي پنهنجي اولاد | اولاد کي اعليٰ تعليم ڏيارجي. |
| ٢- اولاد والدين لاءِ | الله تعاليٰ جي طرفان وڏي نعمت آهي. |
| ٣- ضرورت ۽ طاقت موجب | ۽ سٺو ماحول مهيا ڪجي. |
| ٤- والدين کي پنهنجي سموري اولاد لاءِ | برابريءَ وارو سلوڪ رکڻ گهرجي. |
| ٥- پنهنجي اولاد لاءِ ديني تعليم | جا حق مقرر فرمايا آهن. |

شاگردن ۽ شاگردياڻين کان اولاد جي حقن تي خيالن جي ڏي وٺ ڪرائي وڃي.

# (ج) اُستادن جا حقَ

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق بڻجندا تہ اُهي:

- استاد جي درجي ۽ خدمتن کي سمجهي بيان ڪري سگهندا.
- استادن جي حقن کي جاچي بيان ڪري سگهندا ۽ زندگيءَ ۾ عملي طورتي اهي اختيار ڪري سگهندا.
- استاد سماج لاءِ ڪهڙيءَ طرح ڪارائتو ۽ اهميت وارو شهري ٿئي ٿو، ان ڳالهہ کي سمجهي سگهندا.

**تعارف:** اسلام اهو واحد دين آهي، جنهن زندگيءَ جي هر معاملي ۾ رهنمائي فرمائي آهي. ان جو تعلق نجي زندگيءَ سان هجي يا سماجي زندگيءَ سان، عبادتن متعلق هجي يا اخلاقيات، يا سياسيات سان. انهن سڀني مسئلن ۾ قرآن مجيد ۽ حديث مبارڪن ۾ انهن جي وضاحت موجود آهي. استادَ جنهن شعبي سان تعلق رکن ٿا، اسلام انهن کي اعليٰ مرتبو ڏنو آهي. ايستائين جو استاد کي روحاني پيءُ چيو ويو آهي.

جيئن تہ استاد تعليم جي پيشي سان لاڳاپيل آهي، شاگردن جي تعليمي، ۽ اخلاقي تربيت جو ذميدار آهي، انهن کي ملڪ ۽ سماج جو مفيد ۽ ڪارائتو شهري بڻائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿو، انهيءَ ڪري سماج ۾ استاد کي عزت ۽ احترام جي نظر سان ڏٺو ويندو آهي. نبي ڪريم ﷺ جن ارشاد فرمايو:

اِنَّمَا بُعِثْتُ مُعَلِّمًا

"مون کي مُعلِّم بڻائي موڪليو ويو آهي".

اهڙيءَ طرح پاڻ سڳورن ﷺ جو ارشاد مبارڪ آهي:

اَلْعُلَمَآءُ وَرَثَةُ الْاَنْبِيَآءِ

"عالمَ نبين جا وارث آهن".

حضرت علي ﷺ فرمايو تہ:

”جنھن مون کي ھڪ حرف بہ سيکاريو، ان مون کي پنھنجو غلام بڻايو“.

حضرت لقمان پنھنجي پٽ کي نصيحت ڪندي فرمايو تہ ”پنھنجي استاد جي، والدين کان بہ وڌيڪ عزت ۽ احترام ڪندو ڪر“.

## استادن جا حقَ ۽ ادبَ:

- استاد شاگردن لاءِ روحاني پيءُ ھوندو آھي، انھيءَ ڪري پيءُ وانگر سندس ادب ڪرڻ گھرجي.
- پنھنجو آواز استاد جي آواز کان بلند نہ ڪجي.
- استاد جي حڪمن جي فرمانبرداري ڪرڻ گھرجي.
- استاد سان ملڻ وقت سلام ۾ اڳرائي ڪجي.
- استاد جي سامھون وڌيڪ کلڻ ۽ غيرضروري ڳالھيون ڪرڻ کان پاسو ڪجي.
- شاگردن جي اخلاقي تربيت کي سامھون رکندي، جيڪڏھن استاد دڙڪو ڏئي تہ ان جي دڙڪي کي نرميءَ سان برداشت ڪجي.
- ڪلاس / جماعت ۾ ڪا اھڙي حرڪت نہ ڪريو، جنھن کان استاد ناراض ٿئي.
- پنھنجن استادن جي عزت ۽ احترام ڪريو.
- سندن ڏنل علم توجھہ سان ٻڌو ۽ پڙھو.
- ڪلاس ۾ ڪا اھڙي حرڪت نہ ڪجي، جنھن سان تعليمي ماحول ۽ سکيا ۾ رڪاوٽ اچي.
- انھن سان ھميشہ ادب سان پيش اچجي.

علم، ادب جو نالو آھي. انھيءَ ڪري شاگرد پنھنجي استاد جو جيترو وڌيڪ ادب ڪندا، اوترو ئي وڌيڪ علم جي زيور سان سينگاربا. مغربي ملڪن ۾ بہ استاد کي اعلىٰ ۽ بلند درجو ڏنو ويو آھي، پر اسلام تہ استاد کي پيغمبرن سان نسبت جو جيڪو رتبو بخشيو آھي، اھو سڀني کان وڌيڪ آھي. جنھن سماج ۾ استاد جي عزت ۽ حقن جو خيال رکيو ويندو آھي، اھو سماج سدائين ترقي ڪندو آھي ۽ اتي سٺا شھري پيدا ٿيندا آھن.

ان مان اسان کي ھيءُ سبق مليو تہ پنھنجن استادن جو والدين وانگر سچي دل سان محبت، ادب ۽ احترام ڪريون ۽ انھن جي فرمانبرداري ڪريون.

- اسلام اهو دين آهي، جنهن زندگيءَ جي هر شعبي ۾ رهنمائي فرمائي آهي.
- سماج ۾ استادن جو اهم مقام آهي. اهي جنهن پيشي سان لاڳاپيل آهن، اهو نهايت اعلىٰ ۽ اوچو آهي.
- اسان جي پياري نبي ڪريم ﷺ جن جو فرمان آهي ته ”مون کي مُعلِّم بڻائي موڪليو ويو آهي“.
- مغربي تهذيب ۽ ثقافت ۾ به استاد کي احترام جي نظر سان ڏٺو ويندو آهي، پر اسلام جيڪو کيس رتبو بخشيو آهي، اهو سڀني کان مٿانهون آهي.
- مجلس ۾ استادن کي عزت ۽ احترام سان مٿانهون درجو ڏنو وڃي.

شاگرد ۽ شاگرديائڻيون پنهنجن پنهنجن لفظن ۾ ”استادن جي ادبن“ تي مضمون لکي، پنهنجن استادن کي ڏيکارين.

## مشق

### ا. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

ا- مُعلِّم بابت حضور ﷺ جي حديث بيان ڪريو.

٢- حضرت علي رضي الله عنه جو استاد متعلق قول بيان ڪريو.

٣- استاد جي ڪن به ٽن حقن ۽ ادبن جو مختصر طور بيان ڪريو.

٤- سٺا شهري ڪهڙي سماج ۾ پيدا ٿيندا آهن؟

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- حضرت علي ﷺ فرمايو ته جنهن مون کي هڪ حرف به سيکاريو، ان مون کي:

(الف) پنهنجو پاڻُ بڻايو　(ب) پنهنجو غلام بڻايو
(ج) پنهنجو دوست بنايو　(د) پنهنجو دشمن بڻايو

٢- اسلام استاد کي جيڪو رتبو بخشيو آهي، اهو:

(الف) انتهائي اعليٰ ۽ برتر آهي　(ب) مناسب آهي
(ج) برابريءَ وارو آهي　(د) غيرمناسب آهي

٣- مغربي تهذيب ۽ ثقافت ۾ استاد کي ڏٺو ويندو آهي:

(الف) عام نگاهه سان　(ب) مذاق جي نگاهه سان
(ج) احترام جي نگاهه سان　(د) ڪاوڙ جي نگاهه سان

٤- جهڙي سماج ۾ استاد جي عزت ۽ حقن جو خيال رکيو ويندو آهي، اهو سماج هميشه:

(الف) ترقي ناهي ڪندو　(ب) سٺا شهري پيدا ناهي ڪندو
(ج) فساد پيدا ڪندو آهي　(د) ترقي ڪندو آهي

## ٣. خال ڀريو:

(ا) سماج ۾ استاد کي ________ جي نظر سان ڏٺو ويندو آهي.

(٢) معربي ملڪن ۾ به استاد کي اعليٰ ۽ ________ ڏٺو ويندو آهي.

(٣) استاد سان هميشه ________ سان پيش اچڻ گهرجي.

(٤) شاگرد پنهنجي استاد جو جيترو وڌيڪ ادب ڪندو، اوترو ئي وڌيڪ ________ جي زيور سان سينگاربو.

(۵) اسلام استاد کي ________ سان نسبت جو رتبو بخشيو آهي.

### ٤. ڪالم ١ - جي لفظن کي ڪالم ٢ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
|---|---|
| ١- اسلام اهو واحد دين آهي، جنهن | بلند نہ ڪجي. |
| ٢- پنهنجو آواز استاد جي آواز کان | اوترو وڌيڪ علم جي زيور سان سينگاربو. |
| ٣- شاگرد جيترو وڌيڪ استاد جو ادب ڪندو | نهايت احترام جي نظر سان ڏٺو ويندو آهي. |
| ٤- مغربي تهذيب ۽ ثقافت ۾ استاد کي | زندگيءَ جي هر شعبي ۾ رهنمائي فرمائي آهي. |

استاد صاحبن کي گهرجي تہ شاگردن ۽ شاگرديائڻين کي استاد جي مرتبي تي مناسب وقتن ۾ ليڪچر ڏيڻ جو اهتمام ڪن تہ جيئن سندن ذهن ۾ استاد جو مرتبو مضبوط ٿئي.

دمشق (شام) جي هڪ قديم يونيورسٽيءَ جو ڏيک

## (د) پاڙيسرين جا حقَ

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- پاڙيسرين جي حقن ۽ ان جي اهميت بابت ڄاڻي ٻڌائي سگهندا.
- پاڙيسرين جي باري ۾ نبي ڪريم ﷺ جن جا ارشاد بيان ڪري سگهندا.
- پاڙيسرين سان سٺن ناتن جي اهميت لکي سگهندا.
- پاڙيسرين سان سٺي سلوڪ ڪرڻ جي باري ۾ آگاهه ٿي عمل ڪري سگهندا.

**تعارف:** پاڙيسرين جي باري ۾ اسلام جا حڪم نهايت واضح طور تي ٻڌايا ويا آهن. انهن سان بهتر تعلقات قائم ڪرڻ ۽ انهن جي حقن ادا ڪرڻ تي به زور ڏنو ويو آهي.

قرآن مجيد ۽ حديثن مبارڪن ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي پاڙيسرين سان سهڻي سلوڪ سان پيش اچڻ ۽ انهن جي حقن جي خيال رکڻ جي اهميت بيان ڪئي وئي آهي. الله تعالىٰ قرآن مجيد ۾ ارشاد فرمائي ٿو:

وَاعْبُدُوا اللّٰهَ وَلَا تُشْرِكُوْا بِهٖ شَيْـًٔا وَّ بِالْوَالِدَيْنِ اِحْسَانًا وَّ بِذِي الْقُرْبٰى وَالْيَتٰمٰى وَالْمَسٰكِيْنِ وَالْجَارِ ذِي الْقُرْبٰى وَالْجَارِ الْجُنُبِ وَالصَّاحِبِ بِالْجَنْۢبِ (النساء:٣٦)

۽ الله جي عبادت ڪريو ۽ ساڻس ڪنهن شيءِ کي شريڪ نه ڪريو ۽ ماءُ پيءُ سان ۽ مٽيءَ وارن سان ۽ يتيمن ۽ مسڪينن ۽ مٽيءَ واري پاڙيچي ۽ ڌارئي پاڙيچي ۽ ويجهي سنگتيءَ سان چڱائي ڪريو".

**پاڙيسريءَ جو مفهوم:** جنهن جو گهر توهان جي گهر جي ڀرسان هجي. چوڌاري ۽ پاڙي جا گهر سڀ پاڙي ۾ شمار آهن. حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ فرمايو:

"پاڙي جي حقن جو دائرو ساڄي کاٻي، اڳيان پٺيان چاليهن گهرن تائين وسيع هوندو آهي".

**پاڙيسريءَ جا قِسم:** قرآن مجيد پاڙيسرين جا ٽي قسم بيان ڪيا آهن:

(ا) مائٽ پاڙيسري (٢) اوپرو پاڙيسري (٣) ويجهو ويهندڙ پاڙيسري.

ان جون هيٺيون صورتون آهن:

- ويجهو ويهندڙن ۾ هڪ مدرسي جا ٻه شاگرد
- هڪ سفر ۾ ٻه ساٿي
- هڪ ڪارخاني جا ٻه ملازم
- هڪ استاد جا ٻه شاگرد
- هڪ دڪان تي ٻه خريدار

اهي سيئي پاڙيسري ۾ داخل آهن. انهن سڀني جا حق پاڙي وارن جهڙا آهن.

**پاڙيسريءَ جي حقن جي اهميت:** پاڙيسرين جي حقن بابت نبي ڪريم ﷺ کان ڪيترين ئي حديثون بيان ٿيل آهن، جن مان پاڙيسرين جي حقن جي اهميت واضح ٿئي ٿي. هڪ ڀيري نبي ڪريم ﷺ جن حضرت عائشه رضي الله عنها کي فرمايو ته ”جبريل عليه السلام مون کي پاڙيسرين جي حقن بابت ايتري قدر تاڪيد ڪيو آهي، جو مون کي گمان ٿيڻ لڳو ته انهن کي وراثت ۾ شامل نه ڪيو وڃي“.

اسان جا پيارا نبي ڪريم ﷺ پاڙيسرين جو ڏاڍو خيال رکندا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ ٽي ڀيرا قسم کڻي ارشاد فرمايو ته ”اهو شخص مؤمن نه هوندو“. صحابه سڳورن پڇيو ته ڪير اي الله جا رسول (ﷺ)! پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته اهو شخص، جنهن جو پاڙيسري ان جي شر کان محفوظ نه هجي.

هڪ ڀيرو حضور ڪريم ﷺ جن ارشاد فرمايو ته ”اهو شخص هرگز مؤمن نٿو ٿي سگهي، جيڪو پاڻ ته پيٽ ڀري کاڌو کائي پر سندس پاڙيسري بکيو رهي“. تنهن ڪري جڏهن ”ميوا وٺو ته ڪجهه پاڙيسريءَ جي گهر موڪليو. جيڪڏهن نه موڪلي سگهو ته انهن کي لڪايو ۽ ٻارن کي ٻاهر نه ڪڍو ته جيئن پاڙيسريءَ جا ٻار ڏسي رِيس نه ڪن“.

**پاڙيسريءَ جا حق:** اسلام ۾ پاڙيسرين جا حق ادا ڪرڻ تي ڏاڍو زور ڀريو آهي.

- پاڙيسرين جي ڏک سک ۾ شريڪ ٿي انهن جي ڏک سک ۾ برابر جا حصيدار بڻجو.
- پاڙيسرن جي آرام ۽ سڪون جو هر وقت خيال رکو ۽ ڪا به اهڙي ڳالهه نه ڪريو، جنهن سان پاڙيسريءَ کي تڪليف ڏسڻي پوي.
- جيڪڏهن پاڙيسري مدد جو حقدار هجي ته ان جي وس آهر مدد ڪريو.

- پاڙيسريءَ جي حقن جو پورو پورو خيال رکو.
- غريب پاڙيسرين کي بہ برابر جو درجو ڏيو تہ جيئن سندن عزت نفس مجروح نہ ٿئي ۽ اهي احساس ڪمتريءَ ۾ مبتلا نہ ٿين.
- ڪاڌي پيتي جي شين مان ڪجهہ حصو پاڙيسرين وٽ موڪليندا رهو، تہ جيئن الله تعالیٰ اسان کان راضي رهي.

اسان کي ان مان اهو سبق مليو تہ اسان بہ پنهنجن پاڙيسرين جو وس آهر خيال رکون. انهن کي هر قسم جي تڪليف پهچڻ نہ ڏيون. انهن جي ڏک سک ۾ شريڪ ٿيون. جيترو ٿي سگهي، انهن جي امن، سکون ۽ آرام جو خال رکون، تہ جيئن اسان جو پاڙو، شهر ۽ سماج خوشگوار بڻجي سگهي.

- اسلام پاڙيسرين جي حقن بابت نهايت واضح هدايتون ڏنيون آهن.
- گڏ ويهندڙن ۾ هڪ مدرسي جا ہ شاگرد، هڪ سفرجا ہ ساٿي ۽ هڪ ڪارخاني جا ہ ملازم ۽ هڪ استاد جا ہ شاگرد اهي سڀ پاڙيسريءَ ۾ شامل آهن.

استاد جي نگرانيءَ ۾ شاگرد ۽ شاگردياڻون پاڙيسريءَ جي حقن تي خيالن جي ڏي وٺ ڪن.

## مشق

### ا. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

- ا- پاڙيسري ڪنهن کي چئبو آهي؟
- ٢- پاڙيسريءَ جي حقن بابت قرآن مجيد اسان جي ڪهڙي رهنمائي فرمائي ٿو؟
- ٣- حضور نبي ڪريم ﷺ جي پاڙيسرين بابت ڪنهن بہ هڪ حديث جو ترجمو بيان ڪريو.
- ٤- پاڙيسرين جي حقن مان ڪي بہ ہ حق بيان ڪريو.

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- پاڙيسرين سان پيش اچڻ گهرجي:

(الف) سُٺي سلوڪ سان
(ب) بي رُخيءَ سان
(ج) بدسلوڪيءَ سان
(د) ڪاوڙ سان

٢- غريب پاڙيسرين کي بہ برابريءَ جو درجو ڏيو، تہ جيئن اُهي:

(الف) خوش رهن
(ب) احساس محروميءَ جو شڪار ٿين
(ج) پريشان ٿين
(د) ڏکارا ٿين

٣- پاڙيسريءَ کي تڪليف ڏيندڙ:

(الف) خوش رهندو آهي
(ب) جنت ۾ ويندو
(ج) مسلمان نٿو ٿي سگهي
(د) سٺو شهري بڻجندو

## ٣. خال ڀَرِيو:

(١) اهو شخص هرگز مؤمن نٿو ٿي سگهي، جيڪو پاڻ تہ پيٽ ڀري کاڌو کائي، پر سندس پاڙيسري _________ رهي.

(٢) نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ ”پاڙيسريءَ جو دائرو اڳيان پٺيان _________ تائين وسيع هوندو آهي.

(٣) پاڙيسريءَ جي هر ڏک ۽ خوشيءَ ۾ _________ ٿيڻ گهرجي.

(٤) کاڌي پيتي جي شين مان ڪجهہ _________ پاڙيسرين وٽ موڪلڻ گهرجن.

**۴. ڪالم ١ - جي لفظن کي ڪالم ٢ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.**

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
|---|---|
| ١- پاڙيسرين بابت اسلام جا احڪام | ان جي وس آهر مدد ڪجي. |
| ٢- پاڙيسرين جي ڏک ۽ سک ۾ شريڪ ٿي | جا ۾ شاگرد اهي سڀ پاڙيسريءَ ۾ شامل آهن. |
| ٣- جيڪڏهن پاڙيسري مدد جو حقدار هجي ته | تمام واضح طور بيان ڪيا ويا آهن. |
| ۴- غريب پاڙيسرين کي به برابر جو درجو ڏيو | انهن جي ڏک ۽ سک ۾ برابر جا حصيدار بڻجو. |
| ۵- هڪ ڪارخاني جا ۾ ملازم ۽ هڪ استاد | ته جيئن سندس عزت نفس مجروح نه ٿئي. |

استادن لاءِ هدايت

استاد صاحبَ شاگردن ۽ شاگردياڻين کان وقت بوقت پڇندا رهن ته اڄ توهان ڪهڙيءَ طرح پاڙيسريءَ جا حق ادا ڪيا آهن.

باب پنجون

# هدايت جا سرچَشما / مَشاهيرِ اسلام

الله تعاليٰ انسانن جي هدايت لاءِ پنهنجا نبي ۽ رسول عليهم السلام موڪليا، جيڪي پنهنجي پنهنجي امتن کي صحيح واٽ ٻڌائيندا رهيا ۽ دين جي تبليغ ڪندا رهيا. سڀني کان آخر ۾ الله تعاليٰ اسان جي آخري نبي، حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ کي رسول بڻائي موڪليو، جيڪي سڀني انبياء جا سردار آهن. پاڻ سڳورن ﷺ جن توحيد جي ڦهلاءَ ۽ پَتڪيل انسانيت کي صحيح واٽ تي آڻڻ لاءِ آخري دم تائين ڀرپور ڪوشش فرمائيندا رهيا. انهيءَ سلسلي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ تمام گهڻيون تڪليفون ۽ مصيبتون برداشت ڪيون. حضور ﷺ جن جي محنت ۽ ڪوشش جي نتيجي ۾ سٺن ماڻهن جي جماعت تيار ٿي، جن پڻ دين جي تبليغ جي سلسلي ۾ پورو پورو حق ادا ڪيو ۽ قربانيون ڏنيون.

صحابن سڳورن مان اُمُّ المؤمنين حضرت خديجه رضي الله عنها ۽ حضرت علي رضي الله عنه جا نالا اسلام ۾ چمڪندڙ تارن جي حيثيت رکن ٿا. حضرت خديجه رضي الله عنها اها عورت آهي، جنهن سڀ کان اڳ اسلام جي دعوت کي قبول ڪيو. ٻارن ۾ حضرت علي رضي الله عنه جي شخصيت اها آهي،جنهن سڀ کان اڳ ۾ اسلام قبول ڪرڻ ۾ گوءِ کٽي. انهن ٻنهي شخصيتن جو ن اسلام جي سربلنديءَ لاءِ وڏيون خدمتون آهن.

صحابن سڳورن رضي الله عنهم کان پوءِ دين جي تبليغ جي سلسلي ۾ اولياء ڪرام رحمة الله عليهم جو وڏو اهم ڪردار رهيو آهي. هنن دين کي پکيڙڻ لاءِ وڏي محنت ڪئي. سندن ڪردار ۽ گفتار ماڻهن لاءِ هدايت جي روشني بڻيو. انهن مان هڪ حضرت داتا گنج بخش علي هجويري رحمة الله تعاليٰ عليه آهي، جنهن جي هاڪ پري پري تائين پکڙيل آهي.

اهڙيءَ طرح اسلامي جرنيلن ۾ ڪجهه اهڙا ماڻهو گذريا آهن، جن جي بهادري ۽ جرئت جي نتيجي

۾ اسلام پکڙيو ۽ اسلامي فتحون حاصل ٿيون. انهن ۾ طارق بن زياد رحمة الله عليه جو نالو بلندين تائين پهتل آهي. هي اهي شخصيتون آهن، جن جا ديني ڪارناما اسان لاءِ هدايت جي واٽ آهن. سندن ڪردار اسان جي لاءِ ڪاميابيءَ جو سبب آهي.

هن باب ۾ اُمُّ المؤمنين حضرت خديجه رضي الله عنها ، چوٿين خليفي حضرت علي رضي الله عنه حضرت داتا گنج بخش علي هجويري رحمة الله عليه ۽ اندلس جي فاتح طارق بن زياد رحمة الله عليه جي شخصيتن جو ذڪر ڪيو ويو آهي.

اُمُّ المؤمنين حضرت خديجه رضي الله عنها ، خليفة المسلمين حضرت علي رضي الله عنه، حضرت داتا گنج بخش علي هجويري رحمة الله عليه ۽ جرنيل اسلام ، اندلس جي فاتح طارق بن زياد رحمة الله عليه جي طرفان الله تعاليٰ جي نالي کي بلند ڪرڻ ۽ دين کي پکيڙڻ جي سلسلي ۾ ڪيل خدمتن کان شاگرد ۽ شاگردياڻيون آگاهه ٿي سگهندا ۽ انهن کي هدايت جي واٽ ٻڌائيندي، پنهنجي عملي زندگيءَ ۾ انهن جي طريقي تي هلڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪندا، ته جيئن الله تعاليٰ جو نالو بلند به ٿئي ۽ نيڪ سماج جي تڪميل پڻ ٿئي.

سنڌ جي مشهور تعليمي درسگاهه- سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪمپس- حيدرآباد

# حضرت خديجه رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهَا

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- حضور ﷺ جن تي سڀ کان اڳ حضرت خديجه رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهَا ايمان آندو، ان بابت آگاهه ٿي سگهندا.
- اُمُّ المؤمنين حضرت خديجه رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهَا جي پاڪيزه زندگيءَ متعلق واقف ٿي سگهندا.
- نبي ڪريم ﷺ ۽ اسلام لاءِ حضرت خديجه رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهَا جيڪي اهم خدمتون ڪيون، انهن کي بيان ڪري سگهندا.

**تعارف:** حضرت خديجه رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهَا جي ولادت قريش جي هڪ معزز خاندان ۾ ٿي. سندن والد محترم جو نالو ”خُويلد“ آهي. پاڻ نهايت ئي نيڪ خاتون هئي. اهوئي سبب آهي، جو اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ ئي عرب ۾ ”طاهره“ (پاڪ) جي لقب سان مشهور هئي.

**ڪاروبار:** اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ حضرت خديجه رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهَا جو وڏي پئماني تي واپار هو. پاڻ ماڻهن کي پنهنجو مال واپار لاءِ ڏيندي هئي. واپار لاءِ ڪين ڪنهن اهڙي شخص جي تلاش هئي، جيڪو ڏيتي ليتيءَ ۽ ديانت ۽ امانت ۾ پنهنجو مَٽ پاڻ هجي.

نبي ڪريم ﷺ جن جي هاڪ انهن ڏينهن ۾ مڪه مڪرمه ۾ ”صادق“ ۽ ”امين“ جي لقب سان عام هئي. جڏهن حضرت خديجه رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهَا تائين پاڻ سڳورن جي هاڪ پهتي ته پاڻ رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهَا حضور ڪريم ﷺ جن کي چَوَرايو ته منهنجي واپار جو سامان کڻي شام ڏانهن وڃن. پاڻ سڳورن ﷺ اها آڇ قبول فرمائي ۽ واپاري قافلي سان سامان کڻي شام ڏانهن روانا ٿيا. حضرت خديجه رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهَا ويندي وقت پنهنجو هڪ ٻانهو ”مَيسره“ پڻ قافلي سان گڏ موڪليو. حضور ﷺ جن واپار جو سامان سٺي نفعي تي وڪڻي، واپس مڪه مڪرمه پهتا.

**نڪاح:** ”ميسره“ ٻانهو، جيڪو قافلي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ هو، واپسيءَ تي حضور ﷺ جن جي ديانت، امانت، پاڪيزگي ۽ اعلىٰ ڪردار جي ساراهه حضرت خديجه رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهَا سان بيان ڪئي. بي بي سڳوري رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهَا اڳ ۾

ٿي نبي ڪريم ﷺ جن جي ڪردار، ديانت، شرافت ۽ اخلاق جي تعريف ٻڌي چڪي هئي، ٻانهي جون اهڙيون ڳالهيون ٻڌي اجا به وڌيڪ متاثر ٿي. ڪافي غور ويچار ڪان پوءِ حضرت خديجه ؓ حضور ﷺ جن ڪي شاديءَ جو نياپو موڪليو، جنهن ڪي پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي چاچي حضرت ابوطالب جي مشوري ڪان پوءِ قبول فرمايو. پاڻ سڳورن ﷺ جن جو نڪاح حضرت ابوطالب ئي پڙهايو. نڪاح وقت حضرت خديجه ؓ جي عمر چاليهه سال ۽ حضور ﷺ جن جي عمر مبارڪ پنجويهه سال هئي.

**حضرت خديجه ؓ جو ڪردار ۽ سيرت:** نڪاح ڪان پوءِ حضرت خديجه ؓ جي ڪردار ۽ سيرت ۾ اجا به وڌيڪ نِکار پيدا ٿيو. بي بي سڳوري ؓ اسلام جي لاءِ پنهنجي سموري دولت ۽ جائيداد وقف ڪري ڇڏي. حضرت خديجه ؓ اسلام جي اها واحد خاتون آهي، جنهن سڀني ڪان اڳ اسلام قبول ڪيو. اسلام جي تبليغ جي سلسلي ۾ مڪي جي مشرڪن جا ظلم، ڏاڍ ۽ سختيون به برداشت ڪيائين ۽ ان سان گڏ هڪ سُگهڙ زال جو ڪردار سهڻي طريقي سان نڀائيندي رهي.

حضرت علي ؓ ڪان روايت آهي ته مون رسول الله ﷺ جن ڪان ٻڌو ته:

"سڀ ڪان وڌيڪ عزت ۽ فضيلت واري عورت مريم بنت عمران آهي ۽ سڀ ڪان وڌيڪ عزت ۽ فضيلت واري عورت خديجه بنت خويلد آهي".

قريش جڏهن نبي ڪريم ﷺ ۽ سندن خاندان جي ماڻهن ڪي شِعب ابي طالب ۾ قيد ڪيو ۽ انهن سان بائيڪاٽ ڪيو ته انهيءَ دوران اُمُّ المؤمنين حضرت خديجه ؓ نبي ڪريم ﷺ جن جو ڀرپور ساٿ ڏيڻ ۾ هر قسم جون تڪليفون برداشت ڪيون.

حضرت خديجه ؓ جي قبر مبارڪ

**زال جي حيثيت ۾:** حضرت خديجه ؓ جو نبي ڪريم ﷺ جن سان ساٿ تقريبًا پنجويهه سالن تائين رهيو. نبوت جي ڏهين سال جڏهن حضرت خديجه ؓ جي عمر مبارڪ پنجهٺ سال ٿي، ته سندن انتقال ٿيو. انهيءَ سال پاڻ سڳورن ﷺ جي چاچي حضرت ابوطالب جو پڻ انتقال ٿيو. انهن ٻنهي هستين جي انتقال جي ڪري پاڻ سڳورا ﷺ تمام گهڻو ڏکارا ٿيا ۽ انهيءَ سال کي "عام الحزن" يعني ڏک جو سال چيو ويو. حضرت خديجه ؓ جو مرتبو

اسلام ۾ وڏي حيثيت وارو هو. بي بي سڳوري رضي الله عنها جا ڪيترائي م رتبا هئڻ سان گڏوگڏ هڪ مُنفرد مرتبو اهو آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن کي سمورو اولاد سواءِ حضرت ابراهيم رضي الله عنه جي، حضرت خديجه رضي الله عنها جي پيٽ مبارڪ مان ٿيو.

اسان کي ان مان اهو سبق ملي ٿو تہ دين اسلام جي ترقي ۽ ڦهلاءَ لاءِ الله تعاليٰ جي نالي کي بلند ڪرڻ جي سلسلي ۾ جيڪڏهن مصيبتون ۽ تڪليفون اچن تہ انهن کي حوصلي سان برداشت ڪندا رهون ۽ انهن تي صبر ڪريون ۽ اسلام جي واٽ ۾ اسان هر شيءِ قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿيون. ان ۾ ئي اسان جي دنياوي ۽ آخرت جي ڪاميابي آهي.

- اُمُّ المؤمنين حضرت خديجه رضي الله عنها جو تعلق قريش جي هڪ معزّز خاندان سان هو. اسلام آڻڻ کان اڳ پاڻ "طاهره" جي لقب سان مشهور هيون.
- حضرت خديجه رضي الله عنها جو اسلام کان اڳ وڏي پيماني تي واپاري ڪاروبار هو.
- حضور ﷺ جن جي ديانت، صداقت ۽ امانت جي هاڪ مڪه مڪرّمه ۾ عام هئي. جڏهن اها هاڪ بيبي صاحبه رضي الله عنها تائين پهتي تہ هن نبي ڪريم ﷺ جن کي نڪاح جو نياپو ڪيو. جنهن کي پاڻ سڳورن ﷺ جن قبول فرمايو.
- نڪاح وقت حضور ﷺ جن جي عمر مبارڪ پنجويهہ سال ۽ حضرت خديجه رضي الله عنها جي عمر چاليهہ سال هئي.
- اُمُّ المؤمنين حضرت خديجه رضي الله عنها پنهنجي سموري دولت اسلام لاءِ وقف ڪري ڇڏي.
- حضرت محمد ﷺ جو سمورو اولاد حضرت ابراهيم رضي الله عنه کان سواءِ حضرت خديجه رضي الله عنها جي پيٽ مبارڪ مان ٿيو.

**شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي**

غار حراء مان نبوت ڪان پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي گهر آيا ۽ پنهنجي پريشاني ظاهر فرمايائون. انهيءَ موقعي تي حضرت خديجه رضي الله عنها ڪهڙن لفظن ۾ حضور ﷺ کي تسلي ڏني؟ سيرت جي ڪنهن معتبر ڪتاب جو مطالعو ڪريو ۽ حضرت خديجه رضي الله عنها جا اهي لفظ پنهنجي ڪاپين ۾ لکي پنهنجن استادن کي ڏيکاريو.

# مشق

## ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- حضرت خديجه رضي الله عنها جو خانداني پسمنظر بيان ڪريو.

٢- حضرت خديجه رضي الله عنها کي پنهنجي واپاري معاملن لاءِ ڪهڙي قسم جي شخص جي ضرورت هئي؟

٣- حضرت خديجه رضي الله عنها جو ڪردار اسلام جي خدمت جي حوالي سان ڪيئن رهيو؟

٤- حضرت علي رضي الله تعالیٰ عنه حضور ﷺ کان اُمُّ المؤمنين حضرت خديجه رضي الله عنها بابت ڪهڙي حديث مبارڪ ٻُڌي؟

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- "ميسره" نالي شخص حضرت خديجه رضي الله عنها جو هو:

(الف) پاءُ　　(ب) پاڙيسري

(ج) ڀائهو　　(د) مائٽ

٢- حضرت خديجه رضي الله عنها جو نڪاح پڙهايو:

(الف) حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه　　(ب) حضرت حمزه رضي الله تعالیٰ عنه

(ج) حضرت ابوطالب　　(د) حضرت عباس رضي الله تعالیٰ عنه

٣- حضرت خديجه رضي الله عنها جي انتقال وقت عمر هئي:

(الف) ٥٥ سال　　(ب) ٦٥ سال

(ج) ٧٠ سال　　(د) ٧٥ سال

٤- حضور ﷺ جو سمورو اولاد حضرت خديجه رضي الله عنها مان ٿيو سواءِ:

(الف) حضرت فاطمه رضي الله عنها جي　　(ب) حضرت قاسم رضي الله تعالیٰ عنه جي

(ج) حضرت ابراهيم رضي الله تعالیٰ عنه جي　　(د) حضرت رقيه رضي الله عنها جي

## ٣. خال ڀريو:

(ا) اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ حضرت خديجه رضي الله عنها __________ جي لقب سان مشهور هئي.

(٢) اُمُّ المؤمنين حضرت خديجه رضي الله عنها جي والد جو نالو __________ هو.

(٣) حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن حضرت خديجه رضي الله عنها جي واپار جو سامان کڻي __________ ملڪ ويا هئا.

(٤) حضرت خديجه رضي الله عنها سان نڪاح وقت حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي عمر مبارڪ __________ هئي.

## ٤. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ا- حضرت خديجه رضي الله عنها جي والد محترم جو نالو ”خويلد“ آهي. | | |
| ٢- حضرت خديجه رضي الله عنها ”صِدِّيقه“ جي لقب سان مشهور هيون. | | |
| ٣- حضرت خديجه رضي الله عنها ۽ حضرت ابوطالب جي وفات واري سال کي ”عام الحزن“ چئبو آهي | | |
| ٤- نڪاح جي وقت حضرت خديجه رضي الله عنها جي عمر ٢٥ سال ۽ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي عمر مبارڪ ٤٠ سال هئي. | | |
| ٥- حضرت خديجه رضي الله عنها جو انتقال پنجهٺ سالن جي عمر ۾ ٿيو. | | |

### استادن لاءِ هدايت

استاد صاحبَ شاگردن ۽ شاگردياڻين کي اُمُّ المؤمنين حضرت خديجه رضي الله عنها جي فضيلتن بابت جيڪي حديثون مبارڪ آيون آهن، انهن کان آگاهه ڪن.

# حضرت علي رضي الله تعالى عنه

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق بڻجندا تہ اُهي:

- حضرت علي رضي الله تعالى عنه جي خانداني نسبت کان آگاهہ ٿي بيان ڪري سگهندا.
- حضرت علي رضي الله تعالى عنه جي اسلام لاءِ ڪيل مختلف خدمتن کي لکي سگهندا ۽ پنهنجي زندگيءَ لاءِ هدايت جي واٽ بنائي سگهندا

**تعارف:** اسلام کي پنهنجي بيمثال ڪوشش ۽ لازوال ڪردار سان روشن ڪندڙن ۾ خليفة المسلمين حضرت علي رضي الله تعالى عنه جو نالو اسلام جي روشن تارن ۾ نمايان درجو رکي ٿو. سندن نالو "علي" ڪنيت "ابوالحسن" ۽ "ابوتراب" هئي. حضرت علي رضي الله تعالى عنه جي والد جو نالو حضرت ابوطالب ۽ والده ماجده جو نالو " فاطمه بنت اسد" هو. والده سندن لقب "حيدر" رکيو هو.

نبوت جي اعلان وقت جڏهن حضرت علي ﷺ جي عمر صرف ڏهه سال هئي ته پاڻ ﷺ نبي ڪريم ﷺ جن جي اعلان نبوّت جي تصديق ڪئي. ٻارن ۾ سڀ کان اڳ حضرت علي ﷺ اسلام قبول ڪيو ۽ ننڍي عمر هئڻ جي باوجود نبي ڪريم ﷺ جن لاءِ حق جي ڦهلاءَ جي سلسلي ۾ سندن ساٿ نڀائڻ جو ارادو ڪيو.

**هجرت:** قريش جي ظلم ۽ ڏاڍ اسلام جي تبليغ ۾ رنڊڪ وجهڻ جي ڪري نبي ڪريم ﷺ جن مسلمانن کي مديني ڏانهن هجرت ڪرڻ جو حڪم ڏنو. مسلمان ٿورا ٿورا ٿي هجرت ڪندا رهيا. جڏهن نبي ڪريم ﷺ پاڻ هجرت جو ارادو فرمايو ته اهي امانتون، جيڪي مڪي وارن پاڻ سڳورن ﷺ جن وٽ رکرايون هيون، حضرت علي ﷺ جي حوالي ڪيون ۽ فرمايائون ته ”انهن امانتن کي سندن اصل مالڪن تائين واپس ڪري، مديني هليا اچجو“. نبي ڪريم ﷺ جن حضرت ابوبڪر صديق ﷺ سان گڏ مديني ڏانهن روانا ٿيا. حضرت علي ﷺ نبي ڪريم جن جي بستري مبارڪ تي سمهي پيا. مڪي جي ڪافرن رات جو حضور ﷺ جن جي گهر جو گهيرو ڪيو هو. صبح جي وقت جڏهن ڪين رسول الله ﷺجن جي هجرت جي خبر پئي ته مايوس ۽ نااميد ٿي واپس موٽي ويا.

حضرت علي ﷺ وڌيڪ ٽي ڏينهن مڪي ۾ ترسيا ۽ حضور ﷺ جن جي حڪم موجب سيئي امانتون مالڪن کي موٽائي، مديني ڏانهن هجرت لاءِ روانا ٿيا ۽ ”قباء“ جي جاءِ تي حضرت علي ﷺ جن حضور نبي ڪريم ﷺ جن سان اچي مليا.

**غزون ۾ شرڪت:** حضرت علي ﷺ جي بهادريءَ جي هاڪ پري پري تائين پکڙيل هئي. پاڻ ﷺ جڏهن ڪنهن مشرڪ جي مقابلي ۾ جنگ جي ميدان ۾ ايندا هئا ته دشمن ڊڄي يا ته ڀڄي ويندو هو يا سندن هٿان قتل ٿي ويندو هو. جيئن غزوه خيبر ۾ مشهور يهودي پهلوان ”مَرحب“ کي قتل ڪيائون ۽ خيبر جو قلعو فتح ٿي ويو. حضور ﷺ جن جي حڪم سان غزوه تبوڪ کان سواءِ سيني غزون ۾ پاڻ بهادريءَ جا بيمثال ڪارناما ڏيکاريائون جن مشهور غزون ۾ شرڪت فرمايائون انهن ۾ غزوه بدر، غزوه اُحد، غزوه خندق، غزوه خيبر ۽ غزوه حُنين شامل آهن.

**حضرت فاطمه سان نڪاح:** نبي ڪريم ﷺ پنهنجي سڀ کان پياري نياڻي حضرت فاطمه ﷺ جو نڪاح حضرت علي ﷺ سان ڪيو. جڏهن شاديءَ جون تياريون ٿيڻ لڳيون ته حضور ﷺ جن حضرت علي ﷺ کان پڇيو ته ”اي علي! تو وٽ هن وقت ڪهڙي شيءِ موجود آهي؟“ حضرت علي ﷺ جواب ڏنو ته اي الله جا رسول! مون وٽ هن وقت هڪ گهوڙو ۽ هڪ زره آهي“. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته ”زره وڪڻي اچ“.

حضرت علي ؓ زرھ وڪڻي شاديءَ لاءِ ضروري سامان ورتو. رسول ڪريم ﷺ جن پنهنجي ڌيءَ جو نڪاح پاڻ پڙهيو ۽ گهڻين دعائن سان کين رخصت ڪيائون.

**خلافت:** ٽئين خليفي حضرت عثمان غني ؓ جي باغين هٿان شهادت کان پوءِ مديني منوّره ۽ مڪي مڪرّمه ۾ انتهائي بدامني، بدنظمي ۽ ڦرڦوٽ پکڙجي وئي. ٽن ڏينهن تائين ڪنهن خليفي جي چونڊ نہ ٿي سگهي. هر طرف باغي گهمي رهيا هئا. صحابن سڀني حضرت علي ؓ کي درخواست ڪئي تہ توهان خلافت جون ذميداريون سنڀاليو. پر پاڻ ؓ انڪار ڪيائون. نيٺ انصارين ۽ مهاجرن پنهي جي بيحد اصرار تي انهيءَ ذميداريءَ کي قبول ڪيائون. حضرت علي ؓ سنہ ۳۵ھ ۾ خلافت جون ذميداريون سنڀاليون. مسجد نبوي ۾ سڀني مسلمانن سندن هٿ تي بيعت ڪئي. حضرت علي ؓ حڪومت جي سڀني شعبن ۾ بنيادي تبديلين ۽ سڌارا ڪيا. حضرت علي ؓ خلفاءِ راشدين ۾ اهي پهريان خليفا آهن، جن فسادين جي حالتن کي ڏسندي مدينه منوره جي تقدّس کي نظر ۾ رکندي، دارالخلافه مديني منوره مان تبديل ڪري ڪوفي منتقل ڪيو.

**شهادت:** خليفة المسلمين حضرت علي ؓ انصاف ۽ بهترين انتظام سان گڏوگڏ حڪومتي معاملا سنڀالڻ ۾ وڏي ڪارڪرديءَ جو مظاهرو ڪري رهيا هئا. اجا کين خلافت سنڀاليندي صرف چار سال ۽ نو مهينا گذريا هئا تہ هڪ بدبخت خارجي عبدالرحمٰن بن مُلجم فجر جي نماز لاءِ مسجد ڏانهن ويندي وقت رستي ۾ هڪ زهريلي تلوار سان مٿن وار ڪيو، جنهن سان پاڻ ؓ زخمي ٿي پيا ۽ ٽئين ڏينهن ۲۱ رمضان المبارڪ سنہ ۴۰ھ ۾ پنهنجي رب سان وڃي مليا ۽ شهادت جو مرتبو ماڻيائون.

**اولاد:** حضرت علي ؓ کي حضرت فاطمه ؓ مان هي اولاد ٿيو:

- حضرت حسن ؓ
- حضرت حسين ؓ
- حضرت مُحسن ؓ
- حضرت زينب ڪبريٰ ؓ
- حضرت اُمِّ ڪلثوم ؓ

حضرت فاطمه ؓ جي وِصال کان پوءِ حضرت علي ؓ ڪيترين ئي شاديون ڪيون، جن مان پڻ کين بيشمار اولاد پيدا ٿيو.

## حضرت علي ﷛ جون خاص فضيلتون:

- جڏهن حضرت علي ﷛ ننڍا هئا تہ حضور ﷺ جن سندن پرورش جو ذمو پنهنجي هٿ ۾ کنيو. انهيءَ وقت کان پاڻ ﷛ برابر حضور ﷺ جن جي مهربانيءَ جي ڇانو هيٺ تربيت حاصل ڪندا رهيا.
- حضور ﷺ جن جي پرورش ۽ تربيت جي ڪري حضرت علي ﷛ جي فطرت سنورجي چڪي هئي. انهيءَ ڪري حضور ﷺ جن کي نبوت ملڻ کان پوءِ ٻئي ڏينهن پاڻ ﷛ حضور ﷺ جن وٽ حاضر ٿي اسلام قبوليائون. ان وقت سندن عمر مبارڪ ڏهہ سال هئي.
- حضرت علي ﷛ جي عمر مشڪل سان چوڏهن پندرهن سال هئي، ان وقت حضور ﷺ اسلام جي تبليغ جي ڪوشش فرمائي ۽ خاندان جي ماڻهن کي گڏ ڪيائون ۽ ڪاڌي جي دعوت جو بندوبست فرمايائون. ان دعوت ۾ خاندان جا چاليهہ ماڻهو شريڪ هئا. جڏهن ماڻهو ڪاڌي مان فارغ ٿيا تہ حضور ﷺ جن اُٿي بيهي ٿي پيرا فرمايو "اي عبدالمطلب جا اولاد! الله تعاليٰ جو قسم! آءٌ توهان کي دنيا ۽ آخرت جي بهترين نعمت پيش ڪريان ٿو. ٻڌايو تہ توهان مان ڪير ان شرط تي منهنجو ساٿ ڏيندو تہ اهو منهنجو مددگار بڻبو". پاڻ سڳورن ﷺ جي انهيءَ ڳالهہ تي سڀئي خاموش رهيا. تنهن تي صرف حضرت علي ﷛ جو آواز بلند ٿيو تہ "آءٌ توهان جو مددگار بڻجندس".
- جڏهن حضرت علي ﷛ جي عمر ٻاويهہ سال هئي تہ حضور ﷺ جن کي الله تعاليٰ جي طرفان هجرت جو حڪم ٿيو. پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي بستري مبارڪ تي حضرت علي ﷛ کي آرام ڪرڻ جو حڪم فرمايو. هي نوجوان خطري جي حالت ۾ نهايت آرام ۽ سڪون سان اگهور ننڊ ۾ ستو رهيو. صبح ٿيندي ئي مشرڪ ناپاڪ ارادي سان اندر آيا ۽ اهو ڏسي حيرت ۾ پئجي ويا تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي بدران سندن هڪ جانثار پنهنجي آقا جي حڪم تي قربان ٿيڻ لاءِ ستو پيو آهي. ان وقت مشرڪ ڏاڍو ڪاوڙيا ۽ حضرت علي ﷛ کي ڇڏي حضور ﷺ جن جي ڳولها ۾ روانا ٿيا.
- صلح حديبيہ جي موقعي تي حضور ﷺ جن حضرت علي ﷛ کي معاهدو لکڻ لاءِ حڪم فرمايو. حضرت علي ﷛ دستور موجب "هٰذَا مَا قَاضٰى مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ" (هي اهو دستاويز آهي، جنهن جي نڪتن تي

محمد رسول اللّٰه ﷺ اتفاق ڪيو آهي) جي لفظن سان شروعات ڪئي. مشرڪن انهن لفظن تي اعتراض ڪيو ۽ چيو تہ جيڪڏهن اسين محمد (ﷺ) کي ”اللّٰه جو رسول“ مڃيون ها تہ پوءِ جهيڙو ئي ختم هجي ها. پاڻ سڳورن ﷺ انهن لفظن کي ڊاهڻ جو حڪم فرمايو، پر حضرت علي رضي الله عنه جي اسلامي غيرت اهو برداشت نہ ڪيو ۽ عرض ڪيائين تہ ”اللّٰه تعالیٰ جو قسم! آءٌ ان کي نہ ڊاهي سگھندس“. انهيءَ ڪري پاڻ سڳورن ﷺ جن پنهنجي هٿن مبارڪن سان انهن لفظن کي ڊاهيو ۽ ان کان پوءِ معاهدي ۾ ”محمدبن عبداللّٰه“ لکيو ويو.

- سنہ 9 هه ۾ حضور ﷺ جن تبوڪ جو ارادو فرمايو تہ حضرت علي رضي الله عنه کي اهل بيت جي حفاظت لاءِ مديني منوره ۾ رهڻ جو حڪم ڏنائون. حضرت علي رضي الله عنه کي جهاد ۾ شرڪت کان محروميءَ جو ڏک ٿيو. ٻنهي جهانن جي سردار نبي ڪريم ﷺ جن کي جڏهن اها خبر پيئي تہ ڏک ختم ڪرڻ لاءِ خاتم النبيين حضرت محمد ﷺ جن فرمايو: ”اي علي! ڇا تون اها ڳالهہ پسند ڪندين تہ مون وٽ تنهنجو مرتبو اهو هجي، جيڪو هارون جو موسیٰ وٽ هو“.

اسان کي ان مان اهو سبق ملي ٿو تہ حقيقي ڪاميابي آخرت جي ڪاميابي آهي. دنيا جي زندگي عارضي زندگي آهي. اسان کي گھرجي تہ خليفة المسلمين حضرت علي ڪرم الله وجهه جي نقش قدم تي هلندي، دين اسلام جي خدمت لاءِ هميشه ڪوشش ڪندا رهون، تہ جيئن اللّٰه تعالیٰ اسان تي راضي ٿئي ۽ ٻنهي جهانن جون ڀلايون نصيب فرمائي.

- خليفة المسلمين حضرت علي رضي الله عنه جو نالو ”علي“ ڪنيت ”ابوالحسن“ ۽ ”ابوتراب“ هئي. سندن والد جو نالو ابوطالب ۽ والده جو نالو فاطمه بنت اسد هو. جڏهن تہ لقب ”حيدر“ هو.
- حضرت علي رضي الله عنه جي عمر صرف ڏهہ سال هئي تہ پاڻ نبوت جي اعلان جي تصديق فرمايائون. ٻارن ۾ سڀ کان اڳ حضرت علي رضي الله عنه جن ايمان آندو.
- جڏهن حضور ﷺ جن هجرت جو ارادو فرمايو تہ اهي امانتون، جيڪي مڪي وارن حضور ﷺ جن وٽ رکرايون هيون، حضرت علي رضي الله عنه جي حوالي ڪيون ۽ فرمايائون تہ انهن امانتن کي اصل مالڪن جي حوالي ڪري مديني ڏانهن هليا اچجو. حضرت علي رضي الله عنه سيئي امانتون مالڪن جي حوالي ڪري مديني ڏانهن روانا ٿيا ۽ ”قباء“ هنڌ تي حضور ﷺ جن سان وڃي مليا.

- حضرت علي ﷺ غزوه تبوڪ کان سواءِ سيني غزون ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن سان گڏ شريڪ رهيا.
- حضرت علي ﷺ جي شادي حضور ﷺ جن جي سڀ کان ننڍي ڌيءُ، جنت جي عورتن جي سردار حضرت فاطمه ﷺ سان ٿي.
- حضرت عثمان ﷺ جي شهادت کان پوءِ خلافت جي واڳ حضرت علي ﷺ جن سنڀالي. پاڻ ﷺ صرف چار سال ۽ نو مهينا خلافت هلائي سگهيا.

حضرت علي ﷺ جون خصوصي فضيلتون پنهنجي ڪاپين تي لکو.

## مشق

**١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

١- حضرت علي ﷺ جي خاندان ۽ ننڍپڻ بابت توهان ڇا ٿا ڄاڻو؟

٢- نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن نبوت جو اعلان ڪيو ته ان وقت حضرت علي ﷺ جي عمر ڪيتري هئي؟

٣- حضرت علي ﷺ دارالخلافه مديني منوره مان تبديل ڪري ڪوفي ڇو منتقل ڪيو؟

٤- حضرت علي ﷺ جي شهادت جو واقعو بيان ڪريو.

**٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:**

١- حضرت علي ﷺ سيني غزون ۾ شريڪ ٿيا سواءِ:

(الف) غزوه خندق جي (ب) غزوه اُحد جي

(ج) غزوه خيبر جي (د) غزوه تبوڪ جي

٢- صبح جي وقت جڏهن ڪافرن کي حضور ﷺ جي هجرت جي خبر پئي ته:

(الف) اُهي ڏاڍا خوش ٿيا | (ب) اهي ڏاڍا مايوس ٿيا
(ج) اُهي ڏاڍا ڪاوڙيا | (د) اُهي ڏاڍا ڊنا

٣- حضرت علي رضي الله عنه زره وڪڻي ضروري سامان ورتو:

(الف) گذر سفر جي لاءِ | (ب) سفر تي وڃڻ لاءِ
(ج) مهماني ڪرڻ لاءِ | (د) شاديءَ جي لاءِ

٤- حضرت علي رضي الله عنه خلافت جي واڳ سنڀالي:

(الف) سنه ٢٥ هه ۾ | (ب) سنه ٣٠ هه ۾
(ج) سنه ٣٥ هه ۾ | (د) سنه ٤٠ هه ۾

## ٣. خال ڀريو:

(١) حضرت علي رضي الله عنه جي ڪنيتن مان هڪ ڪنيت __________ هئي.

(٢) حضرت علي رضي الله عنه غزوه خيبر ۾ مشهور يهودي پهلوان __________ کي قتل ڪيو.

(٣) حضرت علي رضي الله عنه پنهنجي شاديءَ جو ضروري سامان وٺڻ لاءِ پنهنجي __________ وڪيائين.

(٤) حضرت علي رضي الله عنه خلافت جي واڳ __________ تائين سنڀالي.

(٥) حضرت علي رضي الله عنه حالتن کي سامهون رکندي دارالخلافه __________ مان تبديل ڪري ڪوفي منتقل ڪيو.

(٦) حضرت علي رضي الله عنه جو نڪاح __________ پاڻ پڙهايو.

### ۴. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- ٻارن ۾ سڀ کان اڳ حضرت علي ﷛ اسلام قبول ڪيو. | | |
| ٢- حضرت علي ﷛ غزوه تبوڪ ۾ شريڪ ٿيا هئا. | | |
| ٣- حضرت علي ﷛ حضور ﷺ جن جي حڪم جي تابعداري ڪندي سيئي امانتون مالڪن کي موٽائي ڏنيون. | | |
| ۴- جڏهن حضرت علي ﷛ عمر جا ننڍا هئا تہ سندن پرورش حضرت عباس ﷛ ڪئي. | | |
| ۵- حضرت علي ﷛ جي شهادت ٢١ شعبان سنہ ۴٠ ھ ۾ ٿي. | | |

### ۵. ڪالم ١ - جي لفظن کي ڪالم ٢ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
|---|---|
| ١- حضرت علي ﷛ جو نالو "علي" ڪنيت | حضرت علي ﷛ قبول ڪيو. |
| ٢- حضرت علي ﷛ کي سنہ ۴٠ ھ | نڪاح حضرت علي ﷛ سان ڪيو. |
| ٣- ٻارن ۾ سڀ کان اڳ اسلام | حضور ﷺ جن سان "قباء" جاءِ تي مليا. |
| ۴- حضرت علي ﷛ امانتون واپس ڪري | ۾ شهيد ڪيو ويو. |
| ۵- رسول ڪريم ﷺ جن حضرت فاطمه ﵅ جو | "ابوالحسن" ۽ "ابوتراب" هئي. |

**استادن لاءِ هدايت**

شاگردن ۽ شاگردياڻين کي حضرت علي ﷛ جي اولاد بابت مختصر حالتن کان واقف ڪريو.

# حضرت داتا گنج بخش علي هجويري رحمة الله تعالىٰ عليه

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق ٿيندا ته اُهي:

- حضرت داتا گنج بخش علي هجويري رحمة الله تعالىٰ عليه جي شخصيت کان واقف ٿي ٻڌائي سگهندا.
- حضرت داتا گنج بخش رحمة الله تعالىٰ عليه دين جي سلسلي ۾ جيڪي ڪوششون فرمايون، انهن بابت بحث ڪري سگهندا.
- حضرت داتا گنج بخش رحمة الله تعالىٰ عليه جي زندگيءَ جي اهم واقعن ۾ ڪتابن بابت لکي سگهندا.
- حضرت داتا گنج بخش رحمة الله تعالىٰ عليه جي عملي زندگيءَ کي واٽ جي روشني بنائيندي ٻنهي جهانن جي ڪاميابيءَ لاءِ عملي ڪوشش ڪندا.

حضور اڪرم صلى الله عليه وآله وسلم جن جي نبوت واري سلسلي جي اختتام کان پوءِ ماڻهن جي رهنمائي ۽ دين اسلام جي تبليغ لاءِ نيڪ ۽ صالح هستيون پيدا ٿيون، جن پوري زندگي نيڪين کي پکيڙڻ ۽ برائين کان روڪڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏي. اهڙن ماڻهن جي زندگيءَ جو مقصد الله تعالىٰ جي مخلوق جي بهتري ۽ دين اسلام جي تبليغ ۽ ڦهلاءُ هو.

اهڙين ئي نيڪ هستين ۾ حضرت داتا گنج بخش ﷫ جو شمار ٿئي ٿو، جن پنهنجي نيڪ ڪمن ۽ دين جي تبليغ ذريعي اسلام جي پيغام کي عام ماڻهن تائين پهچايو.

**تعارف:** پاڻ ﷫ جو اصل نالو ”علي“ ۽ والد جو نالو عثمان هو. سندن ولادت افغانستان جي علائقي ”هجوير“ ۾ سنه ۴۰۰هه بمطابق ۱۰۰۹ع ۾ ٿي. انهيءَ سبب جي ڪري پاڻ ﷫ کي ”هجويري“ چئجي ٿو. دينداري ۽ ماڻهن جي خدمت ڪرڻ ۽ امن جو پيغام پهچائڻ ڪري سندن هاڪ پري پري تائين پهچي چڪي هئي. مختلف علائقن مان ڪيترائي ماڻهو هن وٽ اچڻ لڳا. هن وٽ ويهي ايمان، الله تعاليٰ جي ذڪر ۽ اخلاق جي سکيا حاصل ڪري پنهنجي روح کي سڪون پهچائيندا هئا، جڻ ته انهن کي ڪو خزانو مليو هجي. انهيءَ ڪري پاڻ ﷫ جو لقب ”گنج بخش“ يعني روحاني خزانو بخشيندڙ مشهور ٿيو.

**تعليم ۽ تربيت:** حضرت داتا گنج بخش ﷫ کي ننڍپڻ کان ئي علم حاصل ڪرڻ جو ڏاڍو شوق هو. ان مقصد لاءِ پاڻ ڏورانهن علائقن ۽ مختلف ملڪن جو چاليهن سالن تائين سفر ڪيائون. سفر دوران مختلف عالمن ۽ دين جي بزرگن سان ملاقاتون ڪيائون. انهن کان علمي فيض ۽ نفس جي پاڪائي حاصل ڪيائون ۽ انهن کان ديني ۽ روحاني تربيت حاصل ڪيائون.

**دين جي تبليغ:** حضرت داتا گنج بخش ﷫ پنهنجي علمي ۽ روحاني تربيت مڪمل ڪرڻ کان پوءِ لاهور آيا. لاهور ايندي ئي دين جي تبليغ ۾ مصروف ٿي ويا. پٽڪيل ماڻهن جي اصلاح ۽ رهنمائي ڪرڻ لڳا. سندن ڪوششن جي ڪري هزارين غيرمسلمن سندن هٿ مبارڪ تي اسلام قبول ڪيو. حضرت داتا گنج بخش اجائي شهرت ۽ ڏيکاءَ جي سخت خلاف هئا. دين تي سختيءَ سان پابند رهندا هئا. وقت جا بادشاهه به سندن دربار ۾ حاضر ٿيندا هئا.

هڪ پيرو هڪ شخص سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو. ڪجهه وقت خدمت ۾ رهڻ کان پوءِ جڏهن سندن ڪا به ڪرامت نه ڏسي سگهيو ته مايوس ٿي واپس وڃڻ لڳو. حضرت داتا گنج بخش ﷫ کانئس پڇيو ته واپس ڇو وڃي رهيو آهين؟ هن شخص چيو حضرت! آءٌ ته اوهان وٽ مريد ٿيڻ لاءِ آيو هئس، مگر جيئن ٻين ولين سڳورن ﷭ کان ڪرامتون ظاهر ٿينديون آهن، ائين توهان جي ڪا ڪرامت نه ڏسي، مايوس ٿي واپس وڃي رهيو آهيان. ان شخص جي ڳالهه ٻڌي پاڻ ڪيس فرمايو: ڀلا اهو ٻڌاءِ ته تون ايترو وقت مون وٽ رهيو آهين. ڪڏهن ڪو به ڪم حضور ﷺ جن جي سنت مبارڪ جي خلاف ٿيندي ڏٺو اٿئي؟ هن چيو ته هرگز نه. حضرت

داتا گنج بخش رحمة الله عليه جواب ڏنو: ”ادا! سڀ کان وڏي ڪرامت ته اها آهي جو الله تعالىٰ ۽ حضور صلى الله عليه وسلم جي حڪمن ۽ سنت نبويه جي خلاف ورزي نه ٿئي.

ننڍي کنڊ جون ناميارين شخصيتون ۽ ولي سڳورا رحمة الله عليهم سندن مزار تي مغفرت جي دعا لاءِ حاضر ٿيندا آهن. حضرت خواجه معين الدين چشتي رحمة الله عليه جنهن جو شمار ننڍي کنڊ جي مشهور ولين ۾ ٿئي ٿو، اهو به حضرت داتا گنج بخش رحمة الله عليه جي مزار تي مغفرت جي لاءِ حاضر ٿيا هئا. جڏهن حضرت خواجه معين الدين چشتي واپس وڃڻ لڳا ته پنهنجي عقيدت جو اظهار ڪندي هيءُ شعر پڙهيائون، جيڪو اڄ به تمام گهڻو مشهور آهي ۽ داتا گنج بخش رحمة الله عليه جي مزار تي پڻ لکيل آهي:

”گنج بخشِ فیضِ عالم، مظہرِ نورِ خدا
ناقصاں را پیرِ کامل، کاملاں را رہنما“

ترجمو: دنيا وارن کي فيض جو خزانو بخشيندڙ، الله تعالىٰ جي نور جي ظاهر ٿيڻ جو هنڌ، ناقص ماڻهن لاءِ وڏو رهنما ۽ ڪامل ماڻهن کي واٽ ڏيکاريندڙ.

**تصنيف:** حضرت داتا گنج بخش رحمة الله عليه مختلف موضوعن تي ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن جيئن: منهاج الدين، الرعاية لحقوق الله، ڪتاب البيان لاهل العيان وغيره، پر تصوف جي موضوع تي فارسيءَ ۾ سندن لکيل مشهور ڪتاب ”ڪشف المحجوب“ وڏي مشهوري حاصل ڪئي آهي. هن ڪتاب ۾ اخلاقيات جي تعليم پڻ موجود آهي. هن ڪتاب جو دنيا جي بيشمار ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي.

**انتقال:** حضرت داتا گنج بخش رحمة الله عليه جو انتقال سنه ۴۶۳ھ بمطابق ۱۰۷۲ع ۾ ٿيو.

ان مان اسان کي اهو سبق ملي ٿو ته بزرگن ۽ الله جي ولين دين جي خدمت ۽ سربلنديءَ لاءِ ڪهڙيءَ طرح پنهنجي زندگيءَ ۾ تڪليفون برداشت ڪيون آهن. ايستائين جو ان مقصد لاءِ انهن کي پنهنجو وطن به ڇڏڻو پيو. اسان

داتا گنج بخش رحمة الله عليه جي قبر مبارڪ

ڪي بہ گهرجي تہ اسين بہ دين اسلام جي سربلندي ۽ خدمت لاءِ هميشہ محنت ۽ ڪوشش ڪندا رهون تہ جيئن ٻنهي جهانن جي ڪاميابي حاصل ٿئي.

- حضرت داتا گنج بخش علي هجويري رحمة الله عليه جو شمار انهن هستين ۾ ٿئي ٿو، جن پنهنجن نيڪ عملن ۽ دين جي تبليغ جي ذريعي امن جي پيغام کي ماڻهن تائين پهچايو.
- سندن نالو "علي" ۽ والد جو نالو "عثمان" هو.
- حضرت داتا گنج بخش رحمة الله عليه جي ولادت افغانستان جي علائقي "هجوير" ۾ سنہ ۴۰۰ ھ بمطابق ۱۰۰۹ع ۾ ٿي. هجوير علائقي ۾ ڄمڻ سبب پاڻ رحمة الله عليه جو لقب "هجويري" مشهور ٿيو.
- حضرت داتا گنج بخش رحمة الله عليه علم حاصل ڪرڻ لاءِ ڏورانهن ملڪن ۽ مختلف علائقن جو سفر ڪيو.
- حضرت داتا گنج بخش رحمة الله عليه لاهور بہ آيا.
- حضرت داتا گنج بخش رحمة الله عليه مختلف موضوعن تي ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن، پر تصوف جي موضوع تي سندن لکيل ڪتاب "ڪشف المحجوب" وڏي مشهوري ماڻي آهي.
- حضرت داتا گنج بخش رحمة الله عليه جو انتقال سنہ ۴۶۳ھ بمطابق ۱۰۷۲ع ۾ ٿيو. سندن مزار لاهور ۾ آهي.

| شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي | شاگرد ۽ شاگردياڻيون مختصر طور تي حضرت داتا گنج بخش رحمة الله عليه جي سوانح حيات پنهنجي ڪاپيءَ تي لکن. |
|---|---|

# مشق

## ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- حضرت داتا گنج بخش رحمة الله تعالیٰ عليه ڪڏهن ۽ ڪٿي پيدا ٿيو؟

٢- حضرت داتا گنج بخش رحمة الله تعالیٰ عليه جو اصل نالو ۽ سندس والد جو نالو ڇا هو؟

٣- ”گنج بخش“ مان ڇا مراد آهي؟

٤- حضرت داتا گنج بخش رحمة الله تعالیٰ عليه جي ڪنهن به هڪ ڪتاب جو نالو ٻڌايو.

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- حضرت داتا گنج بخش رحمة الله تعالیٰ عليه جو اصل نالو هو:

(الف) عمر (ب) عبدالله

(ج) عثمان (د) علي

٢- حضرت داتا گنج بخش رحمة الله تعالیٰ عليه پنهنجي علمي ۽ روحاني تربيت مڪمل ڪرڻ کان پوءِ:

(الف) سيالڪوٽ ويا (ب) گجرانوالا ويا

(ج) لاهور ويا (د) راولپنڊي ويا

٣- حضرت داتا گنج بخش رحمة الله تعالیٰ عليه لاهور ايندي ئي:

(الف) تعليم پرائڻ ۾ مصروف ٿي ويا (ب) تعليم ڏيڻ ۾ مصروف ٿي ويا

(ج) دين جي تبليغ ۾ مصروف ٿي ويا (د) دنيا حاصل ڪرڻ ۾ مصروف ٿي ويا

## ٣. خال ڀريو:

(١) داتا گنج بخش رحمة الله تعالیٰ عليه علم حاصل ڪرڻ لاءِ مختلف ملڪن جو ________ سال سفر ڪيو.

(٢) حضرت داتا گنج بخش رحمة الله تعالیٰ عليه جو انتقال ________ بمطابق ________ ۾ ٿيو.

(٣) هزارين غيرمسلمن پاڻ رحمة الله تعالیٰ عليه جي هٿ مبارڪ تي ________ قبول ڪيو.

(٤) حضرت داتا گنج بخش رحمة الله تعالیٰ عليه جو فارسي زبان ۾ لکيل ڪتاب ________________ جي موضوع تي آهي.

## ۴. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ا- داتا گنج بخش جو اصل نالو ”عثمان“ ۽ سندس والد جو نالو ”علي“ هو. | | |
| ٢- حضرت داتا گنج بخش رحمة الله تعاليٰ عليه تعليم جي غرض سان مختلف ملڪن جو ٽيهن سالن تائين سفر ڪيو. | | |
| ٣- حضرت داتا گنج بخش رحمة الله تعاليٰ عليه اجائي شهرت ۽ ڏيکاءَ جا سخت مخالف هئا. | | |
| ۴- حضرت داتا گنج بخش رحمة الله تعاليٰ عليه جي ولادت افغانستان جي علائقي ”هجوير“ ۾ ٿي. | | |
| ۵- حضرت داتا گنج بخش رحمة الله تعاليٰ عليه جي مزار ڪراچي ۾ آهي. | | |

## ۵. ڪالم ا - جي لفظن کي ڪالم ٢ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم - ا | ڪالم - ٢ |
|---|---|
| ا- گنج بخش جي معنيٰ آهي | مشهور ڪتاب آهي. |
| ٢- پاڻ رحمة الله تعاليٰ عليه جي ولادت | لاهور ۾ آهي. |
| ٣- ننڍي کنڊ جي مشهور ولي الله جو نالو | سنه ۴٠٠ هه ۾ ٿي. |
| ۴- ڪشف المحجوب پاڻ رحمة الله تعاليٰ عليه جو | روحاني خزانو بخشيندڙ. |
| ۵- داتا گنج بخش رحمة الله تعاليٰ عليه جي مزار | خواجه معين الدين چشتي رحمة الله تعاليٰ عليه آهي. |

**شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي**

استاد صاحبَ شاگردن ۽ شاگردياڻين کي ”معجزه“ ۽ ”ڪرامت“ جو مفهوم سمجهائين ۽ کين واضح ڪن ته انهن ٻنهي جي وچ ۾ فرق ڇا آهي؟

# طارق بن زياد رحمة الله تعاليٰ عليه

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد هن لائق بڻجندا تہ اُهي:

- طارق بن زياد رحمة الله تعاليٰ عليه جي شخصيت ۽ سندس اسلامي فتحن بابت آگاهہ ٿي پڏائي سگهندا.
- اسپين جي فتح ۾ طارق بن زياد رحمة الله تعاليٰ عليه جي مجاهدانہ ڪردار کان واقف ٿي، ان کي بيان ڪري سگهندا.
- طارق بن زياد رحمة الله تعاليٰ عليه جي فتحن سان يورپ تي اثر مرتب ٿيا، انهن بابت آگاهہ ٿي لکي سگهندا.
- طارق بن زياد رحمة الله تعاليٰ عليه جي اسلام لاءِ مجاهدانہ ڪوشش کي سامهون رکندي، دين جي سربلنديءَ لاءِ سماجي زندگيءَ ۾ عملي طور ڪوشش ڪندا.

**تعارف:** اسان کي تاريخ اسلام ۾ ڪجهہ اهڙا قيمتي موتي نظر ايندا، جن جي دليري، همت ۽ بهادريءَ جا داستان تاريخ جي صفحن تي پنهنجون يادون ۽ اڻ مٽ نقش ثابت ڪري چڪا آهن. اهڙن ئي بهادر ۽ دلير مجاهدن مان طارق بن زياد رحمة الله تعاليٰ عليه بہ هو. طارق بن زياد رحمة الله تعاليٰ عليه جا ڪارناما ايندڙ دنيا تائين ياد ڪيا رهبا. سندن شمار اسلام جي بهترين سپہ سالارن ۾ ٿئي ٿو.

جبل الطارق جي ويجهو مسجد ابراهيم، جيڪا سعودي بادشاهہ، شاهہ فهد جوڙائي.

**جنگيون:** بنواُميه جي دور ۾ اسلام جو پيغام دنيا جي ڏورانهن علائقن تائين پهچي رهيو هو. ١١ رمضان المبارڪ سنه ٩٣هه بمطابق پهرين جولاءِ سنه ٧١٢ع ۾ هڪ طرف محمد بن قاسم جي اڳواڻيءَ ۾ اسلام سنڌ تائين پهچي چڪو هو ته ٻئي طرف انهن ئي ڏينهن ۾ آفريقا جي رڻ ۾ ”الله اڪبر“ جو پڙاڏو گونجي رهيو هو. آفريقا ۾ اسلامي سلطنت قائم ٿيڻ کان پوءِ مسلمان يورپ ڏانهن رخ ڪيو.

اسپين جيڪو هڪ يورپي ملڪ ۽ عيسائي سلطنت جي ماتحت هو ۽ اتي جو ظالم ۽ جابر حڪمران ”راڊرڪ“ پنهنجي عوام تي ظلم جا ڏونگر ڏري رهيو هو. موسىٰ بن نُصير رحمة الله عليه جيڪو پاڻ هڪ بهادر ۽ دلير سپه سالار هو جنهن آفريقا کي فتح ڪري اتي اسلامي سلطنت قائم ڪئي. هن پنهنجي جرنيل طارق بن زياد رحمة الله عليه کي تقريبًا ست هزار فوج جو جٿو ڏئي اسپين ڏانهن روانو ڪيو ته جيئن اتي جي عوام کي ”راڊرڪ“ جي ظلم مان ڇوٽڪارو ڏياري.

طارق بن زياد رحمة الله عليه جي اڳواڻيءَ ۾ اسلامي لشڪر اسپين ڏانهن روانو ٿيو. اتي ساموندي ڪناري تي لهي هڪ جبل جي ويجهو خيما کوڙيائين. انهيءَ ڪري ان جبل کي اڄ به ”جبل الطارق“ يا ”جبرالٽر“ جي نالي سان ياد ڪيو ويندو آهي. جڏهن طارق بن زياد جي سپاهين راڊرڪ جي هڪ لشڪر جو جٿو ڏٺو ته اهي ڊڄي ويا . ان ڪري طارق بن زياد موسىٰ بن نصير کي وڌيڪ مدد موڪلڻ لاءِ چيو، جنهن پنجن هزارن جو وڌيڪ جٿو روانو ڪيو. هاڻي مسلمانن جو تعداد ٻارنهن هزار ٿيو.

**لشڪر سان خطاب:** طارق بن زياد رحمة الله عليه مجاهدن کي جذباتي تقرير ڪئي. پاڻ فرمايائون ته: ”اي بهادر مجاهدؤ! ميدان جنگ کان هاڻي ڀڄڻ جي ڪا به صورت ناهي. اڳيان دشمن آهي ۽ پٺيان دريا. الله جو قسم! صرف جرئت ۽ ثابت قدميءَ ۾ ئي نجات آهي. اُهي سوپاريون فوجون آهن، جيڪي مغلوب ناهن ٿينديون. جيڪڏهن اهي ٻئي ڳالهيون موجود آهن ته تعداد جي گهٽتائيءَ مان ڪو به نقصان نٿو پهچي سگهي. خبردار! توهان ڪڏهن به ذِلّت تي راضي نه ٿجو ۽ پاڻ کي دشمن جي حوالي نه ڪجو. الله تعالىٰ محنت ۽ جاکوڙ ذريعي توهان جي لاءِ دنيا ۾ جيڪا عزت، مان ۽ راحت ۽ آخرت ۾ شهادت جو ثواب مقدر ڪيو آهي، ان ڏانهن وڌو. الله جي پناهه ۽ مدد جي باوجود جيڪڏهن توهان ذلت تي راضي رهيو ته وڏي گهاٽي ۾ رهندو. مون کي توهان جي بهادري ۽ جرئت تي اعتماد آهي. هاڻي توهان جي لاءِ صرف هڪ ئي واٽ باقي آهي يا ته بهادريءَ سان وڙهندي دشمنن کي شڪست ڏيو يا وڙهندي شهيد ٿيو. جيڪڏهن اڄ توهان پنهنجي ڏيکاري ته ياد رکو ته نه صرف هتي ئي اوهان جو نالو نشان مٽجي ويندو، پر توهان جا نسل پڻ ختم ٿي ويندا.

**اسپين جي فتح:** طارق بن زياد رحمة الله تعالىٰ عليه جي تقرير مجاهدن جي اندر اهڙيءَ طرح اثر ڪيو جڻ ته انهن ۾ بجلي پري وئي هجي. اهي نعره تڪبير (الله اڪبر) بلند ڪندي دشمن جي هڪ لک فوج سان وڙهيا. آٺ ڏينهن مسلسل تيز جنگ ٿيندي رهي. مسلمانن جي اٽڪ ارادن ۽ جذبن قلعي کي فتح ڪري ڇڏيو. دشمن کي هٿيار ڦٽا ڪرڻا پيا ۽ کين شڪست ملي. ان کان پوءِ طارق بن زياد اڳتي وڌي والديت درياءَ جي ڪناري جي ويجهو سنه ۷۱۱ع ۾ اسپين جي بادشاهه ۽ ڪمانڊر "راڊرڪ" کي شڪست ڏني ۽ اهو طارق بن زياد جي هٿان قتل ٿيو. اهو پڻ چيو ويندو آهي ته هن درياءَ ۾ ٻڏي آپگهات ڪيو.

ان کان پوءِ طارق بن زياد "سدونه"، "ڪرمونه" ۽ "غرناطه" کي فتح ڪيو. غرناطه کي فتح ڪرڻ کان پوءِ هو "طليطله" ڏانهن تيزيءَ سان وڌيو، جيڪو اسپين جي راڄڌاني هو. طليطله کي به هن آسانيءَ سان فتح ڪيو. اهڙيءَ طرح ٿوري وقت ۾ اسپين جي هڪ وڏي علائقي تي قبضو ڪري ورتائين. مسلمانن اسپين تي تقريبًا ست سو سالن تائين حڪومت ڪئي.

**يورپ تي اثر:** مسلمان سپه سالارن موسىٰ بن نصير رحمة الله تعالىٰ عليه ۽ طارق بن زياد رحمة الله تعالىٰ عليه جو ڊپ، رعب ۽ دٻدٻو جتي يورپ وارن کي ڏيڄاري رهيو هو، اتي هو انهن جي فتح کان پڻ بيحد متاثر ٿيا. ان کان سواءِ مسلمانن جي اچڻ کان اڳ يورپ اونداهي ۽ جهالت ۾ ٻڏل هو. مسلمانن انهن لاءِ جديد علمي تحقيقي درسگاهن جا ڄار وڇائي، انهن کي طب، فلڪيات، ڪيميا ۽ ٻين جديد علمن کان واقف ڪرايو. نئين نموني جي اڏاوت جي فن کان پڻ آگاهه ڪيو. اڄ به اسپين ۾ ان دور جي عظيم الشان جامع مسجد "غرناطه" ۽ "الحمراء" جهڙيون شاندار عمارتون ۽ ٻيون ڪيتريون ئي اڏاوتون موجود آهن، جيڪي عرب جي دور جون ياد تازيون ڪن ٿيون.

اسان کي ان مان اهو سبق ملي ٿو ته اسلامي مجاهدن ۽ جرنيلن ظلم جي خلاف دين جي پکيڙ ۽ اسلامي حدن جي ڦهلاءَ ۾ ڪهڙيءَ طرح مجاهدانا ڪارناما سرانجام ڏنا. حقيقت هيءَ آهي جيڪڏهن مجاهدن جي محنت نه هجي ها ته اسان کي اسلام جي اها دولت نصيب نه ٿئي ها، پوءِ هن وقت اسان جو ڪهڙو حال هجي ها. اسان کي گهرجي ته اسان به حضور صلى الله عليه وآله وسلم، صحابن سڳورن رضي الله تعالىٰ عنهم، اولياء الله رحمة الله عليهم ۽ مشاهير اسلام مجاهدن جي اعلىٰ ڪردار تي هلندي پنهنجون زندگيون گذارڻ جي ڪوشش ڪريون ته جيئن ٻنهي جهانن جي ڪاميابي ماڻي سگهون.

- طارق بن زياد جو شمار بهترين سپہ سالارن ۾ ٿئي ٿو.
- اسپين، جيڪو يورپ جو ملڪ آهي، ان تي عيسائين جي حڪومت هئي ۽ ان تي ”راڊرڪ“ نالي حڪمران هو، جيڪو وڏو ظالم ۽ جابر بادشاهه هو.
- موسیٰ بن نُصير جيڪو هڪ بهادر ۽ دلير سپہ سالار هو، جنهن آفريقا فتح ڪري، اتي اسلامي حڪومت قائم ڪئي هن طارق بن زياد کي تقريبًا ٻارنهن هزار فوج جو جٿو ڏئي اسپين ڏانهن روانو ڪيو ته جيئن اتي جي عوام کي ”راڊرڪ“ جي ظلمن مان ڇوٽڪارو ڏياري سگهجي.
- طارق بن زياد اسپين پهچي هڪ سامونڊي ڪناري تي جبل جي پرسان خيما کوڙيا. ان جبل کي اڄ به ”جبل الطارق“ يا ”جبرالٽر“ جي نالي سان ياد ڪيو ويندو آهي.
- اڄ به اسپين ۾ ان دور جي عظيم الشان جامع مسجد ”غرناطہ“ ۽ ”الحمراء“ جي شاندار عمارت ۽ ٻيون اڏاوتون موجود آهن، جيڪي عرب جي دور جون ياد تازيون ڪري رهيون آهن.

استاد صاحبن جي مدد سان ڪجهه مشهور اسلامي سپہ سالارن ۽ جيڪي علائقا انهن فتح ڪيا هجن، انهن جا نالا لکو.

## مشق

### ا. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- طارق بن زياد رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ ڪير هو؟
٢- طارق بن زياد رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ کي ڪهڙي ملڪ فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو هو؟
٣- طارق بن زياد رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ کي ڪنهن ۽ ڪيتري فوج جو جٿو ڏئي موڪليو؟
٤- طارق بن زياد جي خطاب مجاهدن تي ڪهڙو اثر ڇڏيو؟

## ۲. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

۱- مسلمانن جي اچڻ کان اڳ يورپ وارا هئا:

(الف) اعلىٰ تعليم يافته (ب) جهالت ۾ ٻڏل

(ج) تمام گهڻا سلجهيل (د) اسرنڊز

۲- مسلمانن اسپين ۾ خوبصورت عمارتون تعمير ڪيون، جن مان هڪ جو نالو آهي:

(الف) تاج محل (ب) شاهي محل

(ج) الحمراء (د) برج الخليفه

۳- اسپين واقع آهي:

(الف) يورپ کنڊ ۾ (ب) ايشيا کنڊ ۾

(ج) آسٽريليا کنڊ ۾ (د) آفريقا کنڊ ۾

۴- اسپين فتح ٿيو:

(الف) سنه ۵۱۰ع ۾ (ب) سنه ۷۱۱ع ۾

(ج) سنه ٦۱۱ع ۾ (د) سنه ۹۷۴ع ۾

## ۳. خال ڀريو:

(۱) طارق بن زياد رحمة الله تعالىٰ عليه جنهن جبل جي ويجهو خيما کوڙيا ان کي ________ چئجي ٿو.

(۲) اسپين تي ________ بادشاهن جي حڪومت هئي.

(۳) مسلسل اٺن ڏينهن تائين تيز ________ ٿيندي رهي.

(۴) مسلمانن تقريبًا ________ تائين اسپين تي حڪومت ڪئي.

(۵) اڄ به اسپين ۾ ان دور جي عظيم الشان جامع مسجد ____________ ۽ ____________ جي شاندار عمارت ۽ ٻيون اڏاوتون موجود آهن.

۴. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| غلط | صحيح | جُملا |
|---|---|---|
| | | ١- اسپين جي جنهن جبل جي ويجهو طارق بن زياد خيما کوڙيا ان کي "جبل الطارق" چئجي ٿو. |
| | | ٢- موسىٰ بن نُصير جي اڳواڻيءَ ۾ اسلامي لشڪر اسپين ڏانهن وڌيو. |
| | | ٣- اسپين جي جنگ مسلسل اٺن ڏينهن تائين ٿيندي رهي. |
| | | ۴- اسپين جو بادشاهه "راڊرڪ" طارق بن زياد جي هٿان قتل ٿيو. |
| | | ۵- عظيم الشان جامع مسجد: "غرناطه" ۽ "الحمراء" جي شاندار عمارت سعودي عرب ۾ موجود آهي. |

۵. ڪالم-١ جي لفظن کي ڪالم-٢ جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
|---|---|
| ١- بنو اُميه جي دور ۾ اسلام جو پيغام | هڪ جذباتي تقرير ڪئي. |
| ٢- طارق بن زياد جي اڳواڻيءَ ۾ | راڊرڪ طارق بن زياد جي هٿان قتل ٿيو. |
| ٣- طارق بن زياد مجاهدن کي | دنيا جي ڏورانهن علائقن تائين پهچي رهيو هو. |
| ۴- اسپين جو بادشاهه ۽ ڪمانڊر | اسلامي لشڪر اسپين ڏانهن وڌيو. |

شاگردن ۽ شاگردياڻين کي نقشي جي مدد سان محل وقوع سمجهايو.

# لُغات

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **باب پهريون: القرآن الڪريم** | |
| ضابطه حيات | زندگي گذارڻ جو قانون |
| رُشد و هدايت | رهنمائي ۽ هدايت |
| خوش الحاني | سهڻي آواز سان |
| حفظ قرآن مجيد | قرآن مجيد ياد ڪرڻ |
| ناظره قرآن مجيد | قرآن مجيد ڏسي پڙهڻ |
| پَلَٽڻ | وجهڻ، هارڻ |
| سوڀ | فتح، ڪاميابي |
| ٻاجهه | رحم |
| خسارو | نقصان، گهاٽو، ٽوٽو |
| **باب ٻيو: ايمانيات ۽ عبادتون** | |
| ويساهه | اعتبار، يقين، ڀروسو |
| واحد | هڪڙو، هِڪُ |
| يڪتا | اڪيلو، يگانو |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| نُقص | ڪوتاهي، گهٽتائي |
| قادرِ مُطلق | هر لحاظ سان طاقت رکندڙ |
| رزّاق | روزي رسائيندڙ |
| رحيم | بيحد مهربان |
| ستّار | ڏوهن تي پردو وجهندڙ |
| غفّار | معافي ڏيندڙ |
| خودمختار | پنهنجي مرضيءَ تي هلندڙ |
| مُوَحِّد | خدا کي هڪ ڪري ڄاڻندڙ |
| استقامت | مضبوطي، پختائي |
| تَوَڪّل | ڀروسو، آسرو، آڌار |
| ٺهرائڻ | فيصلو ڪرڻ |
| مناجات | سرٻات |
| هم ڪلام | گڏجي ڳالهائڻ |
| بي ثباتي | فنائيت، ناپائيداري |
| اطاعت | تابعداري، بندگي |
| مُقَدَّس | پاڪ، پوتر |

| لفظ | معني |
|---|---|
| واٽ | رستو، راھ |
| سگھہ | زور، طاقت |
| پالوٽ | بارش، مينھُن |
| مقاماتِ حج | حج جون جايون |
| اركانِ حج | حج جا رُكن |

## باب ٽيون: سيرت طَيِّبَه

| لفظ | معني |
|---|---|
| تَلقين | سمجھائڻ، تعليم ڏيڻ |
| ٽَكري | پٿرن جو قدرتي ڍِگ |
| ايلچي | قاصد، سفير |
| آڇ | پيشڪش، صلاح |
| افواھ | هُل، غيرمعتبر ڳالھ |
| معاهدو | انجام، اقرار، عهد |
| ڏور رَس | پري تائين پهچندڙ |
| پرکڻ | چڪاسڻ، جانچڻ |
| ڪارڻ | سبب، ذريعو |
| سوکڙي | تحفو، نذرانو، سوغات |
| رَعيّت | راڄ، حاڪم جا ماتحت ماڻهو |
| بَغاوت | حڪومت جي مخالفت، سرڪشي |
| سعادت | نيڪ بختي، چڱو نصيب |

| لفظ | معني |
|---|---|
| اظهار | پڌرائي، مشهوري |
| سرسبز | ساوڪ وارو |
| شاداب | آباد، تازو |
| مرڪز | صدر مقام، جاءِ قرار |
| پَڪَ | مضبوطي، پڪائي |
| پَھُ | خيال، ويچار |
| مُخبر | خابرُو، خبر ڏيندڙ |
| حڪمت عملي | ملڪي مصلحت، هوشياري |
| نقطه نظر | نظر جو مرڪز |
| اگھور | گهِرو، اونھو |
| ڪاھ | حملو |
| هَٺُ | مغروري، وڏائي، آڪڙ |
| صاع | اناج ماپڻ جو ٽانوَ جنهن ۾ چار سير پون ٿا |
| بيوس | لاچار، مجبور، معذور |
| مالِ غنيمت | ڪافرن سان مقابلي دوران هٿ آيل مال |
| خوشحال | آسودو، سُکيو |
| اُپت | پيدائش، پيداوار، ڪمائي |
| حَليف | ساٿي، معاهدو ڪندڙ |

## باب چوٿون: اَخلاق ۽ ادبَ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| بِعثَت | نبوّت، پيغمبري، رسالت |
| سَنوارڻ | ٺاهڻ، بڻائڻ، درست ڪرڻ |
| ساراهه | تعريف، حمد، واکاڻ |
| تڪميل | پورائي، انتها |
| اوصافِ محموده | سُٺيون خوبيون |
| نروار | ظاهر، پڌرو |
| اگرا | اڻوڻندڙ |
| غلاظت | گندگي، ميرائي |
| راست بازي | سچائي، صداقت |
| سرچشمو | بنياد |
| ڀڃڪڙي | خلاف ورزي |
| وسيع | ويڪرو، ڪشادو |
| پِرائڻ | حاصل ڪرڻ، سِکڻ |
| انجام | اقرار، قول، وعدو |
| حق تلفي | حق مارڻ جي حالت |
| ڳڙهه | ڪوٽ، قلعو |
| جتائڻ | ياد ڏيارڻ |
| مُحتاج | گهرجائو، حاجتمند |
| نادار | مسڪين |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| مُفلِس | سُڃو |
| تَن | بدن، جسم |
| مَن | دل، هينئون |
| ڌَن | چوپايو مال، نصيب، بخت |
| سَلَف (ج) اسلاف | گذريل |
| سَهڻ | برداشت ڪرڻ |
| وس آهر | طاقت مطابق |
| ٻُڍائي | پوڙهائپ |
| جهٽڪڻ | تنبيهه ڪرڻ |
| ترجيح | فوقيت، برتري |
| نِڇاور | قربان ڪرڻ، گهورڻ |
| ڪيٻائڻ | لَهرائڻ، نٽائڻ |
| ڪُهڻ | ذبح ڪرڻ |
| عقيقو | ٻار ڄمڻ کان پوءِ پهريون دفعو مٿو ڪوڙائڻ جي حالت |
| پيشو | هنر، ڌنڌو |
| ڇورو | يتيم، لاوارث |
| سنگتي | دوست، يار |
| اوپرو | ڌاريو، بيگانو |
| شر | برائي، خرابي |
| ريس | حسد، ساڙ |

| لفظ | معني |
|---|---|
| باب پنجون: هدايت جا سرچشما/ مشاهيرِ اسلام | |
| مَشاهير(ج) مشهور | مشهور، ناميارو |
| اِمامُ المُتّقِين | پرهيزگارن جو اڳواڻ |
| يَتكيل | رُليل، ڏكا كاڌل |
| گفتار | ڳالهه ٻولهه |
| هاڪ | ساراهه، تعريف |
| نِكار | صفائي |
| سُگهڙ | خوبين واري، هنرمند |
| شِعب | جبل جو لنگهه |
| مُنفرد | اكيلو |
| طاهره | پاڪ |
| ابوتراب | مٽيءَ وارو |
| حيدر | شينهن، حضرت علي رضي الله تعالیٰ عنه جو لقب |
| رنڊڪ | رڪاوٽ، بندش |
| ڦڙڦوٽ | ٿرٿلو ياچ |
| بيعت | تابعداريءَ جو اقرار، فرمانبرداري |

| لفظ | معني |
|---|---|
| تَقدّس | پاڪائي، پاڪ هجڻ |
| راڄڌاني | تختگاهه |
| وِصال | ملڻ، موت |
| سنورجڻ | ٺهڻ، سينگارجڻ |
| واڳ | انتظام سنڀالڻ |
| ولادت | پيدائش، ڄمڻ |
| ڏورانهون | تمام پري وارو |
| ڳچ | گهڻو جهجهو |
| تصنيف | لکيل ڪتاب |
| سوانح حيات | حياتيءَ جو احوال |
| داستان | آکاڻي، قصو |
| رڻ | صحراء، بيابان |
| پڙاڏو | گونج، آواز پڙلاءُ |
| ڏونگر | ننڍو جبل، ٽڪر |
| جٿو | ماڻهن جو ميڙ، ٽولو |
| ذِلّت | خواري، بدنامي |
| آپگهات | پاڻ کي مارڻ، خودڪشي |
| ڪنڊ | مُلڪ، علائقو، پرڳڻو |